# ميران

## پريم ديواني

فقير طارق حيات
سکر، ١٠/١٠/١٣

راڌا سوامي ستسنگ، بياس
ضلع امرتسر (پنجاب)

ميران - پريم ديواني

ڇپائيندڙ:-
ايس. ايل. سونڌي
سيڪريٽري
راڌا سوامي ستسنگ، بياس
پوسٽ آفيس،
ڊيرا بابا جئمل سنگهه
ضلع امرتسر (پنجاب)

پهريون ڇاپو جولاء ۱۹۸۱ ڪاپيون ۷۰۰۰

ڇپيندڙ:-
ايم. پي. رائچنداڻي
آشا پرنٽرس
هائي پاٿا، اجمير

# ڇپائيندڙ طرفان

ڀارت جي ڀڳت ڪوين ۾ مشهوريءَ جي خيال کان ميران جو استان اوچو آهي. راجپوت ڪٽنب ۾ ميران جو جنم ۽ پالڻ پوشڻ ٿيو، ميواڙ جي راڄ گهراڻي ۾ هن جو وواهه ٿيو، پر دنيا جا سڀ ڀوڳ تڇ سمجهي هن پنهنجو سمورو جيون ڀڳتيءَ ۾ گذاريو. ماڻهن جي گلا، اپمان، ڪشٽ ۽ اهڙي قدر جو پراڻ وٺڻ جي ڪوشش به هن کي پرڀو-پريم جي مارگ تان ڪونه هٽايو بلڪ وڌيڪ اڳتي وڌايو.

پرڀوءَ ۽ گروءَ لاءِ ميران جو پريم سندس پدن ۾ جاڳرت ٿي اٿيو آهي. هن جو پريم ۽ ورهه جو آواز چئن صدين کان گهر گهر ۾ گونجندو رهيو آهي. ميران پنهنجن پدن ۾ جيڪي ڪجهه ڳائي ٿي، اهو هر هڪ ڀڳت جو ئي گيت آهي ۽ سندن اندرين ڀاونائن جو ذڪر آهي. پرماتما جي جدائيءَ کي ختم ڪرڻ لاءِ، ٻن مان هڪ ٿيڻ لاءِ، پرماتما ۾ سمائجي سندس روپ ٿيڻ لاءِ، آتما جي هيءَ هڪ وياڪل پڪار آهي. پدن جا ڀاو اڄ به اوترا ئي دلسوز ۽ دلڪش آهن جيترا اُن وقت هئا جڏهن ميران پنهنجي آنند ۽ مستيءَ ۾ اُنهن کي پهريون دفعو گيتن جو روپ ڏنو.

”ميران-پريم ديواڻي“ ۾ ڏنل پد گهڻو ڪري اهي آهن، جيڪي ميران سنت روهيداس جي شرن ۾ اچڻ بعد لکيا آهن ۽ جيڪي هڪ اوچ روحاني آنند ظاهر ڪن ٿا. انهن پدن ۾ سنتن جي اها سکيا ملي ٿي جيڪا ڪبير، گرونانڪ ديو، روهيداس، پلٽو وغيره سنتن وقت به وقت ڏني. سڀ سنت انسان کي اهائي هدايت ڪن ٿا ته پرماتما جي کوج پنهنجي شرير روپي هري مندر ۾ ئي ڪرڻ گهرجي، ڇاڪاڻ ته اهو سندس سچو رهڻ جو استان آهي ۽ اتي ئي هو ملندو. پر

اندر وچڙ جو طريقو صرف ڪنهن پورڻ گروءَ کان ئي حاصل ٿي سگهندو آهي ۽ صرف گرو ئي انسان جي آتما کي نام يا شبد سان جوڙي، اندريون روحاني منڊلن جو سفر ڪرائي پنهنجي نج ڌام ۾ وٺي وڃي سگهي ٿو. ميران جا اهڙا انيڪ پد آهن، جن مان ظاهر آهي ته ميران جو سنديش ۽ انهن سنتن جو سنديش ساڳيو آهي.

شري ويريندر ڪمار سيٺي ڊاوران لکيل انگريزي ڪتاب "ميران دي ڊوائن لور" ۽ شريمتي شانتي سيٺي ڊاوران لکيل هندي ڪتاب "ميران - پريم ديواني" جو هيءُ سنڌي ترجمو آهي.

ليکڪ ميران جو موجود ساهتيه، گرنٿ، تواريخ ۽ زباني قديم ڏند ڪٿائن، رسمن رواجن مان مليل ليکن جي آڌار تي ميران جي جيون ڪهاڻي ۽ هن جي ڪجهه چونڊيل پدن جي آڌار تي هن جي سنديش کي مختصر روپ ۾ ڏنو آهي. هيءُ سنڌي ترجمو سوليءَ ۽ سليس ٻوليءَ ۾، سنڌي ستسنگين ۽ پريمارٿي پريمين لاءِ ڪماري ليلا ٻدلاڻيءَ ڪيو ۽ شري منگهارام ديال اجمير نواسيءَ ڇپائڻ جو پربنڌ ڪيو جنهن لاءِ اسين سندن ٿورائتا آهيون.

اميد آهي ته انگريزي ۽ هندي ڪتاب وانگر هيءُ سنڌي پستڪ **"ميران - پريم ديواني"** به پريمي پاٺڪن کي پسند ايندو.

ڊيرا بابا جئمل سنگهه
ضلع امرتسر (پنجاب)
جولاءِ ۱۹۸۱

ايس. ايل. سونڌي
سيڪريٽري
راڌا سوامي ستسنگ بياس

# وشيه سوچي

# شبدن جي فهرست

| شبد | صفحو |
| --- | --- |

صفحو

### شبد





# ميران جو جيون ۽ سنديش

## ميران جو جيون

ميران جي شخصيت ۽ ڪردار جي مهما کي سندس وقت جي سماج سمجهي نه سگهي. جنهن راجائي پريوار ۾ سندس وواهه ٿيو، انهيءَ ميران کي هميشه پنهنجي ڪُل لاءِ هڪ ڪلنڪ سمجهيو ۽ راجستان جي هاڻوڪن تواريخ نويسن سندس ڳالهين جو صرف ساڌارڻ نموني ذڪر ڪيو آهي. چارڻن ۽ ڀٽن جيڪي صرف راجائن ۽ جوڌن جي مهما ڳائيندا رهيا، پنهنجن گيتن ۾ ميران جو ڪجهه ذڪر ڪيو ئي ڪونهي.

راجستان جي ٻن زبردست راڄ پريوارن سان، جنم سبب ميڙتا ۽ وواهه سبب ميواڙ سان تعلق هوندي به ميران تواريخ جي درشٽيءَ ۾ گمنام ئي رهي، ڄڻڪ سندس ڀاڳ ۾ گمنام رهڻ ئي لکيل هو.

پر ميران کي اتهاس آسانيءَ سان وساري نٿو سگهجي. سندس ڀڳتي، سندس وشواس ۽ محڪم ارادو، پريم جي پرڻ ۾ ارپڻ ڪيل سندس جيون، وقت روپي واهه تي هڪ اَمٽ ڇاپ ڇڏي ويا آهن. ۴۵۰ سال بعد اڄ به ميران ڀارت جي ساهتيه ۽ سنسڪرتيءَ جي آڪاش ۾ هڪ روشن ستاري وانگر چمڪي رهي آهي ۽ سندس پرڪاش وقت گذرڻ سان وڌندو ئي پيو وڃي. تواريخ نويسن جي نظرانداز ڪرڻ جي باوجود به ميران پنهنجن من موهيندڙ گيتن سبب عام لوڪن جي دلين ۾ زنده رهي ۽ انهن گيتن ذريعي، جنهن جو جذبو ۽ مشهوري اڄ ڏينهن تائين به گهٽ ڪانه ٿي آهي. ان وقت جا راجا مهاراجا، اڄ صرف تواريخي صفحن ۾ رهجي ويا آهن پر ميران جي مهما ۽ ناموس وقت گذرڻ سان وڌندي وڃي ٿي ۽ اڄ به هوءَ پنهنجي وقت جي سڀني شاعرن کان وڌيڪ ڀاونائن سان ڀرپور ۽ زوردار شاعر مڃي وڃي ٿي.

ميران جي جيون جي باري ۾ هاڻوڪن انيڪ ودوانن کوج ڪئي آهي پر گهڻو ڪري سڀني ودوانن جو اهو رايو آهي ته ميران جي زندگيءَ جي باري ۾ نه ته پوري پوري ڄاڻ پوي ٿي ۽ نه ئي سندس جيون جي باري ۾ پڪيءَ طرح ڪجهه چئي سگهجي ٿو. ميران جي زندگيءَ جي باري ۾ ڄاڻ جا مکيه ذريعا هن طرح آهن-

١. خود ميران جي آتم ڪٿا جا پد ٢. ميران بعد آيل ڀڳتن ۽ شاعرن جون رچنائون ٣. گذريل ١٥٠ سالن ۾ ودوانن دوارا تواريخي واقعن جي آڌار تي مليل حقيقتون.

١. ميران جا پد سندس اندرين ڀاونائن کي تمام چڱي طرح ظاهر ڪن ٿا، جيڪي هن پنهنجي جيون ۾ مڪت گيتن جي روپ ۾ ڳايا. پر اهڙيءَ ڳالهه جو ڪو ثبوت ڪونهي ته اهي سندس حياتيءَ ۾ ئي لکيا ويا هئا. ميران جي گيتن جي مجموعي جا ڪيترا هٿ سان لکيل ڪتاب راجستان ۽ گجرات ۾ مليا آهن پر اهي ميران جي ديهانت کان ٥٠ کان ١٠٠ سالن بعد سنگرهه ڪيا ويا.

٢. ميران کانپوءِ ڀڳتن ۽ شاعرن جيڪي ڪجهه لکيو آهي اهو ميران جي جيون سان تعلق رکندڙ چمتڪارن تائين محدود آهي. انهن ۾ سندس جيون جو تواريخي بيان ڪونهي.

٣. ميران جي باري ۾ تواريخي بيان گهڻي قدر انومان ۽ انداز جي ڪوڪلي آڌار تي ٻڌل آهن.

اهڙي طرح ميران جي جيڪا جيون ڪٿا اسان کي ملي ٿي اها اوائلي ڏند ڪٿائن ۽ لوڪ ڪٿائن تي آڌارت آهي ۽ جنهن کي هاڻوڪن ودوانن تواريخ جي فريم ۾ مڙهڻ جي ڪوشش ڪئي آهي.

ميران جو جنم سنه ١٤٩٨ع ۾ ڪڙڪي ڳوٺ ۾ ٿيو هو. ڪجهه ودوانن جو رايو آهي ته هنجو جنم باجولي ۾ ٿيو. هوءَ رتنسنگهه جي ڌيءَ ۽ ميڙتا جي راجا راءِ دودا جي پوٽي هئي.

ميڙتا اُن وقت راجستان جي هڪ آزاد ۽ زبردست رياست هئي. ميران جو پِتا، راو دُودا جي ننڍن پٽن مان هڪ هو ۽ ٺهڪري ميڙتا ۾ هُو صرف ٻارهن ننڍن شهرن ۽ ڳوٺن جو سردار هو. ميران جڏهن صرف ٻن سالن جي هئي تڏهن سندس ماتا جو ديهانت ٿي ويو. انهيءَ ڪري راو دُودا هن کي ميڙتا ۾ وٺي آيو ۽ پنهنجيءَ ديک ريک ۾ هن جو پالن پوشڻ ڪيو.

راو دُودا سورويِر هوندي به هڪ ڀڳتي ڀاو وارو انسان هو ۽ سادُو مهاتما هن جي محل ۾ ايندا رهندا هئا. اهڙيءَ طرح ميران ٻالپڻ کان ئي ڌارمڪ پرشن جي لهه وچڙ ۾ ايندي رهي جنهن سبب سندس لاڙو روحانيت طرف ٿي ويو. اُن وقت جي راجنيتڪ ريتين رواجن موجب ميران کي ويد پراڻ وغيره، ڌارمڪ گرنٿن پڙهڻ، سنگيت، ڪتڻ سبڻ جي سکيا سان گڏ تير تلوار وغيره هٿيار هلائڻ جي به سکيا ڏني وئي. اهڙيءَ طرح ميران کي گهرو ڪم ڪار سان گڏ لڙائيءَ وقت هٿيار هلائڻ جي لياقت به حاصل ٿي. ڌارمڪ گرنٿن جي پڙهڻ سان هوءَ اُدار دل ۽ جنگي سکيا سبب هوءَ همت واري ۽ محڪم ارادي واري بڻي. سندس زبان مٺي ۽ دل پوتر هئي. جنم کان ئي سندس آواز مٺو سريلو ۽ سوز ڀريو هو. جيئن وڏي ٿي ته اُنهن گڻن سان گڏ ميران نهايت موهيندڙ ۽ سندر به هئي.

ميران جي سندر روپ ۽ گڻن جي مهما ٻڌي، ميواڙ جي راڻي سنگرام سنگهه پنهنجي وڏي پٽ راجڪمار يوڳراج لاءِ، ميران جي ڏاڏي راو دُودا جي اڳيان وواهه جي اڇا ظاهر ڪئي، جنهن کي هن خوشيءَ سان قبول ڪيو. مڱڻو ڌوم ڌام سان ڪيو ويو. چتوڙ ۽ ميڙتا ٻنهي استانن ۾ بيحد خوشيون ملهايون ويون. پر راو دُودا جنهن ميران کي ٻالپڻ کان پاليو نپايو هو ۽ جيڪو سندس هڪ قسم جو ماتا ۽ پتا ٻئي هو، شاديءَ تائين زنده رهي نه سگهيو، مڱڻي جي ڪجهه مهن

بعد ئي هن جو ديهانت ٿي ويو. ميران پنهنجي ڏاڏي کي
بيحد پيار ڪندي هئي ۽ سندس موت هن لاءِ زندگيءَ ۾
هڪ نهايت وڏو صدمو هو.

ميران جي چاچي راو ويرمديو، جنهن کي ميران لاءِ گهڻو
پيار هو سندس وواهه سنه ١٥١٦ع ۾ وڏي ڌوم ڌام سان
ڪرايو. ان وقت ميران جي عمر ١٨ سال هئي. شاديءَ ۾
ميواڙ شهر کي به هڪ نئين ڪنوار وانگر سجايو ويو، راڻو
سانگا پڻ وٽي آيو. جنهن ۾ انيڪ راجا امير ۽ جوڌا به شامل
هئا. ميران جهڙي روپوتي ۽ گڻوان ننهن حاصل ڪري، جيڪا
ميواڙ جي مستقبل مهاراڻي بڻجڻ جي پوري طرح لائق هئي،
راڻو سانگا ڏاڍو خوش ٿيو. وواهه ۾ ميران جي چاچي راو-
ويرمديو هنن کي ڏاج ۾ ڪپڙن زيورن وغيره کان سواءِ ڪجهه
ڳوٺ به ڏنا. راڻي سانگا ميران کي نهايت پريم سان پنهنجو
ڪيو ۽ قيمتي ڪپڙن ۽ زيورن کانسواءِ ڪيترن ڳوٺن جي
آمدني هنجي نالي ڪئي.[1]

ميران جو پتي راجڪمار ڀوڄراج هڪ سندر جوان هو ۽
ڪيترين لڙاين ۾ پنهنجي بهادريءَ لاءِ جس حاصل ڪيو. انهيءَ
مان خبر پوي ٿي ته ميران جو جيون سکي هو ۽ ساهري گهر
۾ کيس پوري عزت ۽ پيار مليو پر اهي سک سندس لاءِ
ٿوري وقت لاءِ رهيا. راجڪمار ڀوڄراج جو شاديءَ کان اٽڪل
١٠ سالن بعد سنه ١٥٢٥-١٥٢٦ع جي لڙائيءَ ۾ سندس ديهانت

---

١. هرنارائڻ شرما (جئپور) جي کوج انوسار ميران کي
هر سال ٣ لک جي آمدنيءَ واري جاگير ڏني وئي.
(ميران پرهتپداولي ڀاڱو ١ مهاڳ)

چون ٿا ته ميران جيستين ميواڙ ۾ رهي، اها ساليانو آمدني
کيس ملندي رهي ۽ انهيءَ مان گهڻو حصو، ديئن، انائن ۽
ونس اهدڙ پيٽن تي خرچ ڪندي رهي.

ٿي ويو.[1] ميران لاءِ هيءُ هڪ ڀهاڻت ڀاري صدمو هو. راڻي سانگا هنڪي ميواڙ جي راڻي بڻائڻ چاهيو ٿي پر مالڪ کي ڪجهه ٻيو ئي منظور هو.

پتيءَ جي موت جي ڇهن مهينن بعد ميران کي ٻه ٻيا صدما پهتا. سنه ١٥٢٧ع ۾ کانوا جي لڙائيءَ ۾ راڻي سانگا طرفان بابر سان لڙائي ڪندي سندس پيتا جو سرڳواس ٿيو ۽ راڻو سانگا جنهن ميران جي جيون ۾ ڏاڏي راوڊُودا جو استان ورتو هو، لڙائيءَ ۾ سخت گهايل ٿي پيو ۽ ڪجهه مهينن ۾ ئي راڄ درٻارين منصوبو ٺاهي کيس زهر ڏئي ماري ڇڏيو.

اهڙن واقعن سبب ميران جي دل کي ڪافي صدمو رسيو. کيس محسوس ٿيڻ لڳو ته هيءُ سنسار اسار ۽ بي بقا آهي ۽ قدرتي سندس ڀڳتي ڀاونا جاڳرت ٿيڻ لڳي ۽ سندس لاڙو آتمڪ ٿيڻ لڳو. هن جي ڪيچ پدن ۾ سندس وئراڳ ڀاو ظاهر ٿئي ٿو.

”ڪن ڪري جنجال، جڳ ۾ جيون ٿورو؛
جوڙي ري ڪايا لي جوڙي ري مايا، جوڙو سڀ سنسار.“
(ميران سڌا سنڌو صفحو ٧٧٦)

پنهنجي ٻالپڻ ۽ ڪشور اوستا ۾ ميران ڀڳوان ڪرشڻ جي پوڄارڻ هئي. سندس اها ڀڳتي ۽ پريم تيزيءَ سان وڌڻ لڳو ۽ هيئنر هن لاءِ شري ڪرشڻ يعني گرڌر ناگر ڪو اوتار نه پر ابناسي پريو پرم پتا پرماتما هو.

ميران جي زندگيءَ ۾ ڪجهه وقت کانپوءِ هڪ اهڙو واقعو ٿيو جنهن سندس روحاني ويچارن ۾ بلڪل تبديلي آڻي ڇڏي. هوءَ سنت رويداس جي صحبت ۾ آئي جيڪو جنم کان چمار هو ۽ پنهنجي گذران لاءِ موچيءَ جو ڪم ڪندو هو. ميران هن کان سرت شبد يوگ جي بخشش حاصل ڪئي. پنهنجي

---

١. ڪيچ ودوانن انوسار ميران جي پتي راجڪمار ڀوجراج جو ديهانت شاديءَ کان ٦ سال بعد ١٥٢٢ع ۾ ٿيو.

گروءَ جي ڪرپا سان ميران جي جنم کان وٺي پيدا ٿيل ڀڳتي ڀاولنا کي هڪ نئون موڙ مليو. هنجو پرڀاءُ لاءِ ڀرڀام گهري شخصي انڀوُ جي ذريعي اصلي روپ وٺڻ لڳو. ٻاهرمکي ڪرمائون، پوڄا پاٺ، جيڪي ٻالپڻ کان سنڌس جيون جو هڪ انگ بڻجي چڪا هئا، آهستي آهستي انهن جي اهميت ختم ٿيڻ لڳي.

ميران جو گرو ڪير هو، انهيءَ باري ۾ ودوانن جو متڀيد آهي، نابادا س پنهنجي ڀڳت مال ۾ سنت روهيداس کي رامانند[1] (۱۲۹۹-۱۴۱۰) جو شش ڪري بيان ڪيو آهي. پر ڀڳت مال ۾ صرف هڪ پد آهي جنهن ۾ رامانند جي ٻارهن ششن جا نالا ڏنا ويا آهن، جن ۾ روهيداس جو به نالو آهي. انهيءَ پد مطابق ڪجهه ودوان روهيداس جو وقت چوڏهين صديءَ جي پڇاڙيءَ کان پندرهين صديءَ جي وچ تائين مڃيو آهي. پر انهيءَ پد ۾ نابا داس، رامانند جي ڪن ٻين ششن جا نالا ڏنا آهن جيڪي هاڻوڪن ودوانن موجب هن جي وقت جا نه هئا. سنت مت انوسار روهيداس يا رئداس، ڪبير ۱۳۹۸-۱۵۱۸ جو شش هو؟ سنڌس عمر ۱۱۸ سال هئي. ڪجهه ٻين متن موجب روهيداس جو جيون ڪال سن ۱۴۱۴ کان ۱۵۳۲ تائين هو. ڪجهه ٻين مطابق سن ۱۴۳۴ کان ۱۵۵۲ هو.[2] روهيداس

---

۱. رامانند جي جيون ڪال جي باري ۾ ودوانن ۾ ڪافي متڀيد آهي، الڳ الڳ ودوانن هن جو وقت ۱۳۲۸-۱۴۴۸، ۱۳۶۶-۱۴۶۷، ۱۲۹۹-۱۴۱۰ الڳ الڳ سال ٻڌايا آهن.

۲. حال ۾ ئي ڪجهه ودوان انهيءَ نتيجي تي پهتا آهن ته روهيداس جو جنم استان سيرگوبرڌنپور نالي ڳوٺ هو جيڪو بنارس جي ڀرسان آهي. ۱۹۷۱ ۾ هتي روهيداس جي يادگيريءَ ۾ مندر ٺهرايو ويو جنهن جي شروعات بنارس هندو يونيورسٽي جي وائيس چانسلر ڪئي. هتي هڪ پراچين هست لکت پستڪ ۾ روهيداس جو جيون ڪال ۱۴۱۴ کان ۱۵۴۵ ڏنو ويو آهي.

جي جيون جي ٻاري ۾ ودوان اڃا به کوج ڪري رهيا آهن. تنهن هوندي به ائين چئي سگهجي ٿو ته هو ميران جي جيون جي پهرين ۳۴-۴۲ سالن تائين سندس وقت ۾ هو.

ڪجهه ماڻهن جو چوڻ آهي ته ميران جو ڪو گرو ڪونه هو. اهو ٺيڪ نٿو لڳي. ميران پنهنجي ڪيترن ئي پدن ۾ پرماتما جي پراپتيءَ لاءِ گروءَ جي ضرورت تي زور ڏنو آهي. هندي وچارن انوسار سنت يا ستگرو مڪتي دوار جو دوارپال هوندو آهي ۽ انهيءَ دروازي جي ڪواڙ جي ڪنجي هن جي هٿ ۾ هوندي آهي.* پريو پريم جي ڪنجيءَ سان هو تالو کولي آتما کي هميشه لاءِ مڪت ڪري ٿو ڇڏي.[1] ميران چوي ٿي "بنا پريو ملڻ جي مان زندهه نٿي رهي سگهان،

* ٻين سنتن به چيو آهي ته گروءَ جي هٿ ۾ ئي مڪتي دوار جي ڪنجي آهي. شري آد گرنٿ ۾ گرو ارجن ديو جن فرمائين ٿا ته انتر ۾ وڃڻ جي ڪنجي ستگروءَ جي هٿ ۾ آهي، ٻئي ڪنهن ڪان اهو در کلي نٿو سگهي. اهڙو گرو سرڀشٽ ڀاڳ هجن ته ملندو آهي جنهن پريو) جو هيءُ گهر آهي، انهيءَ ئي تالو لڳائي ڪنجي گروءَ کي سواءِ آهي. منش چاهي ڪيترو به اپاءُ ڪري، ستگروءَ جي شرن وڃڻ بنا پريو ملي نٿو سگهي.

ستگرو هٿ ڪنجي هور ڪُن در کلڻ نه اهين،
گرو پورن ڀاڳي ملاوڻيا.

(صفحو ۱۲۴)

جسڪا گرهه تن ديتا تالا، ڪنجي گر سنگ پائي،
انڪ اپاو ڪري نهين پاوئي، بن ستگر سرڻائي.

(صفحو ۲۰۵)

[1] ميران سڌا سنڌو صفحو ۳۸۴، پد ۱۸، سٽ ۶ ۽ ۷.

پر ٻيا ستگروءَ جي هٿ ملي نه سگهي.[1] منش جنم ۾ پرماتما سان ميلاپ ڪرڻ ۽ ڪيس پراپت ڪرڻ جو انمول موقعو آهي. ميران چوي ٿي ته پريو ڀڳتيءَ جو صحيح طريقو صرف انهيءَ پرم پرش کان ئي ملي سگهي ٿو، جنهن خود ڀڳتيءَ جي اوچي اوستا کي حاصل ڪري چڪو آهي. اهڙو پورڻ پرش يا گرو ئي پرڀوءَ جي مارگ جو ڀيد ٻين کي به ڏيئي سگهي ٿو. صرف اهو ئي انهيءَ اڳم اَلک ۽ سندس ڌام جو بيان ڪري سگهي ٿو.[2]

ميران ڪجهه پدن ۾ پنهنجي گرو روهيداس جو ذڪر ڪيو آهي پنهنجي پتا ۽ پتيءَ جي خاندان جي عزت آبرو لئي ڪلنڪ لڳائڻ جي ڏوهه مڙهڻ لئي جواب ڏيندي ميران چوي ٿي ته نه مان پنهنجي پيڪن جي آهيان ۽ نه ئي مان ساهرن جي. مونکي ته سنت رويداس جي روپ ۾ گرو ملي ويو آهي ۽ انهيءَ جي مدد سان پرڀوءَ جو ميلاپ ٿي ويو آهي.

نهين مين پيهر ساسري، نهين پيا جي ري سات ۽
ميرا لي گوبند مليا جي، گرو مليا رئداس.

(ميران پرهتپداولي ڀاڱو ۱ صفحو ۲۰۱)

وڌيڪ چوي ٿي ته مولکي رويداس جهڙو سنت، ستگروءَ جي روپ ۾ ملي ويو آهي مان سندس ڏنل نام کي ڪڏهن نه ڇڏيندس.

"گرو مليا مهاني رئداس، نام نهين ڇوڙون."

(ميران سدا سنڌو صفحو ۲۸۱ پد ۳۵)

صرف سنت رويداس جي ڪرپا سان ئي ميران کي اُهو روحاني منزل حاصل ٿي سگهي. هوءَ چوي ٿي ته مان پريوءَ

---

۱. هري بن رهيو نه جاءِ، گران بن ٿريو نه جاءِ.
(ميران سدا سنڌوَ صفحو ۱۹۶)

۲. ساڳيو صفحو ۷۵۳ پد ۱۶.

جي نام جي ڪوچ ڪندي ٻٽڪندي رهيس پر ڪوبہ هنجو پيڙ ڏيئي نہ سگهيو. جڏهن سنت ستگرو رويداس سان منهنجو ميلاپ ٿيو تہ هن منهنجي سرت يا آتما کي پرڀوءَ کي چاهڻ جي نشاني بخشيش ڪئي. تڏهن منهنجي آتما روحاني منڊل ۾ وڃي پنهنجي پريتم سان ملي سگهي ۽ منهنجي ورهہ جي اگني شانت ٿي سگهي.

کوجت ڦرون پيڙ وا گهر ڪو، ڪوئي نہ ڪرت ٻڌائي ۔
رئداس سنت ملي موهين ستگرو، ڏينهي سُرت سهدائي ۔
مٺن ملي جاڳ پاڻ پيس آيا، ٿب موري پير ٻُجهائي.
(ميران ٻرهتپداولي صفحو ٢٠٧)

اهڙي طرح هڪ ٻئي پد ۾ بہ هوءَ چوي ٿي تہ جڏهن مون کي پورو گرو رويداس مليو تڏهن تہ رنام روپي وڻ مان نڪتل هڪ ٽاري وانس وڃي پنهنجي اصليت سان جڙي ويئي. جڏهن منهنجي ستگروءَ اچي موکي روحاني مارگ جو پيڙ ڏنو تڏهن منهنجي جوت اَن پرم جوت سان ملي هڪ ٿي ويئي.

گرو رئداس ملي موهين پوري، ڌُر سي قلم ٻڙي ۔
ستگرو سئن ڏئي جب آڪي، جوت ۾ جوت رَلي.
(ميران ٻائي جي شبداولي صفحو ١٣ پد ٢١)

منش جنم جي اصلي مقصد، پرڀو پراپتي کي حاصل ڪرڻ لاءِ محڪم ارادي واري ميران ڀڳتي مارگ کي پوري لگن سان نباهيو. پنهنجي ابياس سان هنڪي اندريان انڀو حاصل ٿيا جنهن ڪري سنڌس وشواس پڪو ٿي ويو ۽ هنجو من ۽ آتما پرڀم جي اهڙي رنگ ۾ رنگجي ويا، جيڪو ڪڏهن منجي نہ سگهيو. پرڀم جي چٽڪ هيئر هڪ روشن لاٽ جو روپ اختيار ڪيو. ميران جي نِي وچن ۾ جڏهن شروع ۾ هوءَ پرڀو جي پرڀم مارگ تي هلي تہ ڪنهن بہ هن کي ڪون روڪيو. هيئر هنجو پرڀم وڏي چڪو هو جهڙي طرح اڳ جو

نِنڍو ٻج وقت بعد هڪ وڏي وڻ جو روپ اختيار ڪري ٿو.

”گوبند سُون پريت ڪرت، تب هي ڪيُون نه هٽڪي؟
اب تو بات ڦهل پڙي، جيسي بيج ٻٽ ڪي.“
(ميران سڌا سنڌو صفحو ٣٧٧)

ڀڳتي ۽ پريم جي ترقيءَ سان گڏ ئي ميران جي جيون ۾ آزمائشن ۽ مصيبتن جو دور به شروع ٿي ويو. قديم ريتين رواجن ۽ پوڄا پاٺ جي بدران ميران جي پريم ڀڳتي ۽ ڌارمڪ وشواس، پراڻن وچار ڌارائن جي خلاف هن جي هلت، ساڌن سنتن سان اٿڻ ويهڻ ۽ پنهنجي نيچ ذات واري گرو سنت روهيداس جي ڀڳتي ۽ وندنا، پيرن پون، پوڄارڻ ۽ چتوڙ جي راڄ دربار جي ڪٽرپنٿين جي ڪروڌ کي وڌايو. انهن هن جي نڪتہ چيني ۽ گلا ڪرڻ شروع ڪئي. ميواڙ جو راڻو ۽ سندس ڪٽنب جا ماڻهو جيڪي پراڻين وچار ڌارائن جا پوڄاري هئا ۽ ذات پات جي ڀيد ڀاو کي مڃيندڙ ۽ اوچ ذاتين جي اهميت جي پيروي ڪندڙ هئا ۽ جيڪي ڪرم ڪانڊي ريتين رواجن سان ايترو ته جڪڙيل هئا جو پنهنجي راڄ ونش جي استرين جو ٻين ماڻهن سان ملڻ جلڻ پسند ڪونه ڪندا هئا ۽ جيڪي پنهنجي مان شان * جي فخر ۾ غلطان هئا، اهي انهيءَ ڳالهه کي برداشت ڪري ڪونه سگهيا ته راڄ پريوار جي هڪ راڻي رواجي عام ماڻهن سان ملي ۽ هڪ اهڙي مهاتما کي گرو مڃي جنهن جو ڌنڌو موچيءَ جو هو؟

---

* ميواڙ جي راڻن جي شان سان لاڳاپو رکندڙ ريت رواج ايترا ته مشڪل هئا جو هو نيچ ذات جي ناگرڪ سان سڌي طرح ڳالهائيندا به ڪونه هئا. جڏهن به ڪنهن کي ڳالهائڻو هجي ته سڄي ڳالهه ٻولهه ڪنهن وچواري ماڻهوءَ جي معرفت ڪئي ويندي هئي.

جيڪو جنم کان نيچ ذات جو هو. اوچ ذات جي ڪٽر-
پنٿي ماڻهن، راڄ پريوار ۽ درٻاري وغيره ميران جي ڪافي
نڪته چيني ڪرڻ لڳا. جڏهن سندن سخت وچن ۽ گلا جو
ميران تي ڪو به اثر ڪونه ٿيو تڏهن انهن هن جي خلاف هڪ
منصوبو رچيو ۽ راڻي جا ڪن ڀرڻ شروع ڪيا.

راڻو سانگا جيڪو ميران کي سمجهائي سگهيو ٿي، جيڪو
ڪنهن پيار ۽ همدردي ڏيئي سگهيو ٿي، ١٥٢٧ع ۾ سرڳواس
ٿي چڪو هو. ميواڙ جو نئون راڻو رتنسنگهه جيڪو ميران جو
ڏير هو، ڪمزور ۽ ڪروڌي سڀاءَ جو هو. هن ۾ پنهنجي
پتا راڻي سانگا جهڙي بهادري، سياڻپ ۽ سهنشيلتا جو ڪو به
گڻ ڪونه هو. رعيت، پنڊتن، پوڄارين ۽ درٻارين جي
چوڻ ۾ اچي، هو ميران کي ميواڙ جي راڄ گهراڻي تي ٽڪو
سمجهڻ لڳو. يوڄراج جي پيءُ ۽ ميران جي نڻان، اُودا ٻائيءَ
ميران کي سڌارڻ جو ڪم پاڻ تي هموار ڪيو. ميران جا ڪيئي
گيت، راڻي ۽ اُودا ٻائيءَ جي ظلمي وهنوار ۽ سندس محڪم
اراديءَ تي روشني وجهن ٿا. اهو سمجهڻ ڪا مشڪل ڳالهه
ڪانهي ته ميران کي پنهنجي روزاني زندگيءَ ۾ اُودا ٻائيءَ
۽ راڻي جا ڪيترا نه ظلم برداشت ڪرڻا پيا هوندا. اُودا ٻائيءَ
جي دل ۾ ميران لاءِ ٻيائي ۽ نفرت جو ڀاو هو ۽ هن ميران
کي بدنام ڪرڻ، ڪنهن ڪشٽ ۽ تڪلين ڏيڻ ۾ ڪا به ڪمي
نه ڇڏي.

چيو وڃي ٿو ته هڪ رات اُودا ٻائي راڻي وٽ وئي ۽
ٻڌائينس ته ميران جي ڪمري ۾ ڪو پرش آهي. هن خود
ميران کي انهيءَ سان پريم ڀرين ڳالهيون ڪندي ٻڌو آهي.
دراصل ميران پرماتما جي ياد ۾، ورهه ۾ وياڪل ٿي،
پڪاري رهي هئي. اها شڪايت ٻڌندي ئي راڻي جي
ڪروڌ جي باهه وڌيڪ ڀڙڪي اٿي. هن تلوار کڻي ۽ ميران
کي مارڻ جو پڪو فيصلو ڪري سندس محل طرف رخ رکيو.

جڏهن راڻو هنجي ڪمري ۾ داخل ٿيو تڏهن اُتي ڪو به
پُرش ڪونه هو. پنهنجي خيالن ۾ مگن ميران اڪيلي بيٺي
وائي هئي، سندس نيڻن مان نينهن جا لُڙڪ وهي رهيا هئا
۽ سندس شرير مان پرڪاش جون ڪِرڻون نڪري رهيون
هيون جن سان سڄو ڪمرو چمڪي رهيو هو. جهڙي ئي راڻي
هن کي مارڻ لاءِ تلوار مٿي کنئي، هڪ تيز روشنيءَ سبب
سندس اکين اڳيان پڙدو اچي ويو. اهڙي انيڪ سبب هُو
هڪدم گهٻرائجي ويو ۽ جلدي ڪمري مان ٻاهر نڪري
ويو. ❀

اُودا، جيڪا راڻي جي انتظار ۾ ٻاهر بيٺي هئي، ڪيس
اهڙيءَ گهٻرايل حالت ۾ ڏسي عجب ۾ پئجي وئي. اندر ڇا
ٿيو، انهيءَ جو پتو لڳائڻ لاءِ هوءَ خود ميران جي ڪمري ۾
وئي ۽ اُتي جو نظارو ڏسي شانت رهجي وئي. ميران اُن وقت
به ساڳي طرح ويٺي هئي، هن کي پنهنجي تن-بدن جي ڪا
سُڌ ڪا نه هئي، هنجو مک منڊل پرڪاش سان چمڪي رهيو
هو. جنهنجي جوت سان سڄي ڪمري ۾ روشني ڇانيل هئي.
اُودا انهيءَ آنند ۾ مست ٿي شانت بيٺي رهي، ميران جي
مهما کي محسوس ڪرڻ لڳي ۽ ميران خلاف مصوبن ونچڻ تي
کيس بيحد ڏک ۽ افسوس ٿيو. هنجي اکين مان پڇتاءُ جا لُڙڪ
وهڻ لڳا ۽ هوءَ ميران جي چرنن ۾ ڪري پيئي. ڪومل دل
ميران، اُودا بائيءَ کي پريم سان اُٿاريو ۽ شانت ڪيو.

چيو وڃي ٿو ته راڻي ان استرين کي ميران جي سنڀارڻ
لاءِ موڪليو. پر پٺي اُودا وانگر ميران جي مهما ڳائڻ لڳيون.
ميران هميشه پريو پريم ۾ پوري طرح مست ٿي، چڪي،

---

❀ انهيءَ ڳالهه جي باري ۾ هڪ ٻئي ورتن انوسار چيو
وڃي ٿو ته راڻي کي هڪ بدران انيڪ ميرائون ڪمري جي
ڪنڊ ڪنڊ ۾ بيٺل نظر آيون.

هئي. هن جو من پرينءَ جي درشن ۽ ميلاپ جي وياڪلتا ۾
هميشه ۽ هر وقت مگن رهندو هو. هن جي پنهنجن شبدن ۾
"هوءَ سدائين ٽڪٽڪي لڳائي پرينءَ جي اچڻ جي انتظار ۾
راهه تڪيندي رهندي هئي." "هن جون اکيون ننڊ کان سواءِ
گذرنديون هيون." "هن کي اَن به نه وڻندو هو." هوءَ اهڙي
طرح تڙڦندي هئي "جهڙي طرح مڇي پاڻيءَ بنا." پنهنجي
پريتم سان ملڻ جي وياڪلتا هن ۾ ايتري نه گهڻي هئي جو
جڏهن ڪنهن جوتشيءَ هن جو "آئينده" ٻڌائڻ ٿي چاهيو ته
ميران صرف هڪ ئي سوال، جيڪو هن جي من ۾ هو، پڇيو
"اي ليک جوتشي مونکي ٻڌاءِ، منهنجو پنهنجي پياري پرينءَ
سان ميلاپ ڪڏهن ٿيندو؟"

"ٿي ڪهو مئي جوشي، رام ملن ڪد هوسي."
(ميران سڌا سندو صفحو ۴۷۹)

جوتشيءَ وٽ انهيءَ سوال جو ڪو جواب ئي ڪونه هو.
ميران جا اهڙا ڪيترا ئي پد آهن جن مان معلوم ٿئي ٿو
ته راڻي هن کي ڀڳتي مارگ تان هٽائڻ لاءِ ڪيتريون ئي
ڪوششون ڪيون پر راڻي جي ڪٺور وچن ۽ ڌمڪين جو
جواب هوءَ هميشه پريم ۽ گنڀيرتا سان ڏيندي رهي. "راڻا،
تون مونکي ڇو ٿو مارڻ چاهين. مون تنهنجي لاءِ ڪڏهن به
خراب نه سوچيو آهي ۽ نه ئي ڪو خراب ڪم ڪيو آهي.
پرينءَ پنهنجيءَ ديا مهر سان لوڪي مش جهر ڏنو آهي ۽
مون کي ٻه جڳهن آسين سدس اپاسنا ۽ ڀڳتي ڪريون. تنهن
ڪري مان هن جي ڀڳتي ۽ گڻ ڳايان ٿي.[1] ذات ۽ ڪل جي
پاري ۾ تنهنجن پاونائن سان منهنجو ڪو به واسطو ڪونهي.

---

۱. ٻلي بري ٿو مئن لهين ڪنهي، راڻا ڪهوُن هم رسايو،
ٿالي مهالي ديهه دوي هم، جهانسرو هري گڻ گايو.
(ميران سڌا سندو صفحو ۲۸۱)

مان نہ صرف ٻرپوءَ جي ڀڳتن جي آراڌنا ڪريان ٿي.“¹

ٻنهنجي گروءَ جي شڪتي ۽ سنتن جي صحبت سان، مان سؤلائيءَ سان ڀؤساگر کان ٻار ٿي ويندس. مان نام روپي اَنمول اَمرت پيئندس. جنهنکي مون سيس ڏيئي حاصل ڪيو آهي.“²

راڻي جا ڪشت ميران کي لوڏي نہ سگهيا ۽ نہ ئي ماڻهن جي گلا هن کي راهہ تان هٽائي سگهي. هوءَ لوڪ لڄا جي بندن کي ٽوڙي چڪي هئي. هنجي من ۾ ڪي بہ سنساري ويچار ڪونہ هئا ڇو تہ پرماتما جو پريم هنجي، من هردي ۽ آتما ۾ پوري طرح سمائجي چڪو هو.

پنهنجي گروءَ سان ميران جو تعلق گهڻو وقت نہ رهي سگهيو. شايد هوءَ سڄي زندگيءَ ۾ صرف ٽي يا چار دفعا ئي هن سان رهي سگهي. انهيءَ ڪري هنجي گهڻي زندگي پنهنجي پياري ستگروءَ جي وڇوڙي ۾ گذري. هن جي بدن ۾ سندس ورهہ ياونا ۽ گهري پيڙا جو اهوئي ڪارڻ آهي. ميران جو پنهنجي گرو روبداس سان ميلاپ جو ورڻن، سندس بخشش ۽ پنهنجي ستگروءَ سان هنجي ڪچ، روحاني صحبت جي باري ۾ ڪونہ

---

١. راڻا جي هو، جات رو ڪارڻ مهاري ڪو لهين،
لاڳو مهارو هر يڪتان سؤن هيت.
(ميران برهتيپداولي صفحو ٢٩٢)

٢. گرو پرتاپ ساڌان ري سنگت سهجہ هي تر جاسيان.
لوڪ لاج کي ڪاڻ نہ مانان، رام تڻا گڻ گاسيان.
نام اَمولڪ اَمرت پي ڪہ سِر کي سائيي لاسيان.
(ميران سڌا سندؤ صفحو ٢٩٥)

ڪبير صاحب جن فرمائين ٿا،
”ڪبير سؤدا نام ڪا، سر بن ڪبهؤن نہ هوءِ.“
(ڪبير ساکي سنگرھ صفحو ٢٣)

تنوارنهن جي احوال ڪونه ٿو ملي. زباني طور جيڪي ورتانت
ملن ٿا اُهي نهايت دلسوز ۽ من موهيندڙ آهن.

پنهنجي ڇنوڻ ساڻرا وقت روهداس، هڪ نيچ ذات جي
ماڻهن لاءِ الڳ مقرر ٿيل بستيءَ ۾ رهندو هو. اوچ ذات جا
ماڻهو نه انهن بستين ۾ ويندا هئا ۽ نه ئي انهن جي جهوپڙن
اندر پير ئي رکندا هئا. چئو وڃي ٿو ته ميران هڪ نيچ ذات
جي رواجي داسيءَ جا ڪپڙا پائي پنهنجي محل مان چپ چاپ
پنهنجي گروءَ جي درشن لاءِ ويندي هئي. ۽ روهداس جي
صحبت مان کيس ڪجهه وقت ۾ ئي سمجهه اچي ويئي ته سنتن
جو مارگ ڇا ۽ ڪائرتا جو مارگ ڪهڙو. تنهنڪري لنهنجي
جي ڪابه چنتا نه ڪري هوءَ کليءَ طرح ٻنا جهجهڪ پنهنجي
گروءَ وٽ وڃڻ لڳي. هوءَ ذات پات جي ڀيد ڀاوَ ۽ اوچ نيچ
جي ڪابه چنتا نه ڪري پنهنجي گروءَ جي ٻين رواجي ششن
جي وچ ۾ وهندي هئي. روهداس جي چرنن ۾ مستڪ
جهڪائيندي هئي ۽ سندس هٿ جو پرساد وٺندي هئي.
جيستائين روهداس جن جيئرو رهيا، هوءَ هر روز سندن درشن
لاءِ ويندي رهي. انهيءَ ڳالهه جو ثبوت ميران جي هڪ پد
مان ملي ٿو جنهن ۾ اودا ٻائي هن تي ڏوهه لڳائي ٿي ته
هوءَ هر روز صبح جو اٿي هڪ ”نيچ گهر“ ۾ ويندي آهي.
اودا چوي ٿي ته ”هي ميران هميشه ڇوڙ ڏي، لوڪي تنهنجون
سکيون سمجهائي رهيون آهن. راڻو، راڻيون ۽ سمورو ڪٽنب
لوڪي منع ڪري رهيو آهي. سڀ لوڪي منع ڪن ٿا، تنهن
هوندي به تون ٻڌين نٿي. ........ سادُ سنگت ۾ وڃي وڃي تو
پنهنجي عزت ۽ مانُ وڃايو آهي. تون هر روز صبح جو اٿي
هڪ ”نيچ گهر“ ۾ وڃين ٿي، اهڙي طرح تو پنهنجي ڪل
تي ڪلنڪ لڳايو آهي.

”اَب ميرا مان ليجو مهاري، ٿاني سکيان برجي ساري،
راڻا برجڻ، راڻي برجڻ، برجڻ سب پريواري.

ساڌن کي پيلڳ ڦٽ ڦٽ، لاڄ ڳنوائي ساري،
نت پرتي آت نيچ گهر جاوو، ڪُل ڪُون لڳاوو گاري.”

ميران جواب ڏيندي چوي ٿي:-

”ٽاريو پيهر، ساسرو ٽاريو، ماءِ موسالي ٽاري؛
ميرا ني ستگرو جي مليا، چرڻ ڪمل بلهاري.”
(ميران سڌا سندو صفحو ٢٦٤)

پر جڏهن ميران کي سمجهائڻ کانپوءِ به سنت روهيداس جي درشن لاءِ هن وٽ وڃڻ بند نه ڪيو ته ميران جي محل تي سخت پهرو رکيو ويو، جنهن هوءَ گروءَ جي درشن لاءِ نه وڃي سگهي. اهڙي سخت انتظام جو اشارو ميران جي ڪن پدن ۾ ملي ٿو.

”پهرو راکيو چوڪي بٺائي، تالا ديا جڙاءِ.”
(ميران برهت پداولي صفحو ٣٢٦)

پر هينئر هن کي ڪير به روڪي نه سگهيو. چيو وڃي ٿو ته ميران پنهنجي چنيءَ جي نوڙي ٺاهي، انهيءَ سهاري محل جي وڏي ڀت لهي روهيداس وٽ وڃڻ لڳي.[1]

پنهنجي گروءَ لاءِ بيحد شردا ۽ پريت سبب ميران کي اندر روحاني انڀو ٿيڻ لڳا. انهيءَ جو ذڪر هوءَ پنهنجي پدن ۾ ڪري ٿي ۽ بلڪل چٽيءَ طرح کلئي روپ ۾ چوي ٿي ته اهو پرساد هن کي پنهنجي گروءَ جي ڪرپا سان حاصل ٿيو آهي. ”هي پريو مهنجي هردي جي مندر ۾ اچ، مان تنهنجي راهه ڏسي رهي آهيان.“ ڌرتيءَ ۽ آڪاش جي وچ ۾ پرڀات جا صاف ۽ نرمل رنگ، ڦڙ ڦڙ برسات وانگر ڦهلجي

---

١. هڪ ٻئي ورتانت موجب اهڙي طرح چتوڙ جي قلعي جي وڏي ديوار لهي، پرڀات جو روهيداس جي درشن لاءِ ويندي هئي. روهيداس قلعي کان گهڻو پري نيچ ذات جي ماڻهن جي بستيءَ ۾ رهندو هو.

ڏٺا آهن. پنهنجي گروءَ جي پرتاپ سان مان پرڀوءَ جي نام جو سمرن ڪري رهي آهيان. اندر پنهنجي منڊلن جي وچ ۾ نام روُپي ڪنول ۾ مان نهايت آنند ۾ سڪي آهيان. ٻنڪ نال ٻُڌ مرليءَ جي مٺي ڌُني پنهنجي گروءَ جي ڪرپا سان مون کي ٻڌڻ ۾ اچڻ لڳي آهي. منهنجي سهاڳڻ آتما هن شرپو دوڙي شهر جي آنند ۾ مگن آهي. پنهنجي ديالو گروءَ جي ميلاپ سان منهنجو جنم مرڻ جو ڏُک ختم ٿي ويو آهي. ساڄي پاسي (گنگا) ۽ کاٻي پاسي (جمنا) جي وچ واريءَ گهٽيءَ ۾ هميشه منهنجي آتما وهڻ لڳي آهي. ميران چوي ٿي، جڏهن کان مون کي هر طرح سمرٿ گروُ مليو آهي تڏهن کان مون ۾ پورن وشواس ۽ گيان اچي ويو آهي.

مهاري مندر ٿي پڌارڻ، جوڳون ڪالري ٻات،<br>
ڏرڻ گگن وچ جهري لاڳي اُگتي پرڀات.<br>
وسنا ميري رام رتن هڪ ستگر جي ونہ پرتاپ،<br>
دوءَ چوڪي ۾ سهجهڻ چيڪي نام ڪمل کي گهات.<br>
ٻنڪ نال ۾ مرلي ٻاڄڻ ستگر مارڳا ڏسا سات،<br>
ڪاڻا نگر ۾ راس رچيو هڪ شرت سهاڳڻ نار،<br>
جنم جنم ڪا ڏوٽا ڀاڳيا گرو مليا داتار،<br>
انگلا پنگلا سکمڻ ناري سهجهڻ رچيو گهرواس.<br>
ميران ٿي گرو گروا مليا جب پايو بسواس.<br>
(ميران ٻائي جو جيون ورت ۽ ڪاويہ صفحو ١٢٠)

ڪيترن ئي ودوانن جو وچار آهي تہ، پرماتما ئي ميران جو گرو هو ۽ ڪوبہ ديهہ ڌاري گرو هن ڪونہ ڌارڻ ڪيو هو. اُنهيءَ نتيجي تي ان لاءِ پهتا آهن جو ميران سيڌي سنئن وانگر گروءَ ۽ پرماتما کي هڪ روپ ۾ سمان ڏٺو آهي. اهو سنتن جي سکيا جو مول سدانت آهي تہ ستگرو، پرماتما جو ساکيات روپ آهي ۽ مٿس جي روپ ۾ پرماتما ئي

هوندو آهي.[1] مهران پنهنجي گروءَ جي جدائي گهڙي ڏکي ۽
پربل اُڪير جو ورڻن ڪندي پرماتما کي ٻه اُنهيءَ طرح پاوڻا
سان پڪاري ٿي. هن جي گهٽڻ ٿي پدن ۾ گروءَ ۽ پرماتما هڪ
ٿي ويا آهن ۽ پنهنجن ڪيترن ئي پدن ۾ هوءَ چوي ٿي ته
گرو ۽ پرماتما هڪ ئي آهي "موکي ستگورو مليو ويو ۽
سندس ڏنهي مون کي سچ جو گيان ٿي ويو. مون اُلادي
اننت صاحب يعني گروءَ کي پاتو آهي جيڪڏهن مان ڪيس نه
پايان ها ته سنسار ۾ جنم مرڻ جي ۾ چڪر ۾ ڀٽڪندي وهان ها."

---

١. ڪبير صاحب فرمائين ٿا، "گرو صاحب تو ايڪ هئي."
۽ "گرو صاحب ڪر جاڻيجي." (ڪبير صاحب جو ساکي سنگره)
دادو صاحب پنهنجي باڻيءَ ۾ گروءَ کي گوبند چون ٿا:-

اِڪ لکه چندا آڻ ڌر، سورج ڪوٽ ملاءِ،
دادو گر گوبند بن، تو ڀي تمر نه جاءِ.

هري گرو رامداس جن فرمائين ٿا ته شرڌا وارين سنتن کي
مون ولوڙي ڏٺو ۽ اِهو اُنوکو گيان حاصل ڪيو ته گرو پرماتما
آهي، پرماتما ئي گرو آهي، ٻنهي ۾ ڪو ڀيد ڪونهي.

سمند وروڀ سرير هم ديکيا، ايڪ وستو انوپ دکائي.
گر گووند گووند گرو هئي ناناڪ ڀيد نه ڀائي.
(شري آد گرنٿ، م. ٤، صفحو ٤٤٢)

گرو ارجن ديو جن جو فرمان آهي ته گرو ۽ پرميشور کي
هڪ ڄاڻو:-

گرو پرميسر ايڪو جاڻ، جو تس ڀاوي سو پرواڻ.
(شري آد گرنٿ، م. ٥، صفحو ٨٦٤)

مهاتما چرنداس جن فرمائين ٿا ته بلڪل هڪڙيءَ طرح سمجهو
ته هري ۽ گرو هڪ ئي آهي.

"هري گرو ايڪهي جان، يهه نسچي لائيجي."
(چرنداس جن جي باڻي، ڀاڱو ١، صفحو ٦)

ستگرو ملیا سُڌ ٻڌاڻي، آسا ٻرهم مٿن ڀاڳي،
صاحب پايا آد آناد، ناتر ڀو ۾ جاتي.

(ميران سڌا سندو ۸۴۷)

ميواڙ جي ڪٽرپنٿين جو پيڙ ڀاو ۽ خلافت وڌندي ويئي. ميران جي ستگروءَ لاءِ پريم، انهن جي ڪروڌ روپي اڳنيءَ ۾ گيهه جو ڪم ڪيو. پر هر طرح جي خلافت ۽ دشمني هوندي به ميران شانت ۽ نروڪار رهي. ماڻهو چوڻ لڳا ته ميران گمراهه ٿي ويئي آهي. هوءَ پنهنجي ڪل لاءِ هڪ ڪلنڪ آهي. هوءَ ڀلي ۽ ٻري جي سڃاڻ وڃائي ويٺي آهي ۽ اهڙي قدر جو هوءَ ديواني ٿي پئي آهي. ميران پنهنجي هڪ گجراتي پد ۾ جواب ڏئي ٿي. "ديواني؟ ها مان ديواني آهيان. پر پنهنجيءَ انهيءَ ديوانپڻي جي ذريعي مون منش جنم جو اصلي مقصد حاصل ڪيو آهي." هوءَ اڳتي چوي ٿي "پريو پرڀو جو رس جيڪو ديوي ديوتائن لاءِ به دُرلڀ آهي، انهيءَ رس جو آنند هيءَ ديواني هميشه وٺندي رهي ٿي ....هي انسانو! توهين مون کي "ديواني ديواني" ڇو ٿا چئو، مون جهڙن ديوانن جا سڀ ڪارج پرڀو خود پورا ڪري ٿو."[1]

راڻي رتنسنگهه جو راڄ سنه ۱۵۳۱ ۾ اوچتو ختم ٿي ويو، جڏهن هن پنهنجي ماءِ سورجمل کي قتل ڪرڻ جي ڪوشش ۾ پنهنجا پراڻ وڃايا. پر ميران سان ويرڀاو رکڻ واري راڻي رتن سنگهه جي موت سان ميران جي مصيبتن جو خاتمو نه ٿيو. ميواڙ جو نئون راڻو وڪرماديتيه هٺيلو، ڇڙوڇڙ ۽ مورک هو. پنهنجن درٻارين ۽ پنڊتن جي چوڻ تي لڳي هو به جلدي ئي ميران لاءِ دشمنيءَ جي ڀاونا رکڻ لڳو. پوڄارين ۽ درٻارين سان صلاح مصلحت ڪري هن ميران کي زهر ڏيئي مارڻ جو فيصلو ڪيو.

ديارام نالي هڪ ماڻهوءَ کي سون جي ڪٽوري ۾ زهر

---

۱. ميران سڌا سندو صفحو ۴۸۳.

وجهي، ميران کي چرڻامرت[1] ڏيئي، ڏسڻ لاءِ موڪليو ويو. اُوڏا ڀائيءَ کي اِنهيءَ منصوبي جي خبر پئجي ويئي ۽ هن هڪدم وڃي ميران کي ٻڌايو. پر ميران ڪڏهن به چرڻامرت وٺڻ کان انڪار نه ڪيو هو. تنهن ڪري اهو ڄاڻ هوندي به، ته پيالي ۾ زهر آهي، هن خوشيءَ سان پي ڇڏيو. ڪن وقت کانپوءِ راڻي ماڻهن کي موڪليو ته ميران جي شرير کي کڻي جهنگل ۾ ڇڏي اچو. پر ميران تي زهر جو ڪو اثر نه ٿيو هو. جڏهن راڻي جا ماڻهو پهتا ته اُنهن ميران کي روحاني مستيءَ ۾ پنهنجا ڳائيندي ڏٺو. ميران جي پنهنجن شبدن ۾ هوءَ هن آزمائش مان اَهڙيءَ طرح نڪتي آهي جيئن سون باهه مان نرمل ۽ شڌ ٿي نڪرندو آهي.

جئسي ڪنچن دهت اَگني ۾، نڪست بارابانيءِ.[2]
(ميران پرهتپداولي صفحو ۲۴۷)

اَهڙي ڪهڙي ڳالهه هئي، جنهن سبب راڻي، ميران جا پراڻ وٺڻ تي چاهيا؟ تواريخ، قديم قصا ۽ عام ڪٿائون اِنهيءَ سوال جو جواب نٿا ڏين. تنهن هوندي به ڪو خاص ڪارڻ ضرور هوندو، جنهن سبب ميران کي مارڻ جي ڪوشش ڪئي ويئي. ٿي سگهي ٿو سنت رويداس اُنهيءَ وقت چتوڙ يا چتوڙ جي آسپاس ڪنهن استان تي رهيل هجي ۽ ميران جي ستگروءَ جي درشن لاءِ هر روز وڃڻ تي، پروهت، پنڊت ۽ اوچ ذات جا ماڻهو ۽ راج پريوار جا ڀاتي اعترا ض ڪندا به آيا هجن، جو اُنهن هنجي مارڻ جو منصوبو رچيو. پنهنجي

---

۱. سنت يعني گروءَ وٽان پرساد جي روپ ۾ ڏنل جل يعني پيئڻ جي پدارٿ کي چرنامرت چئجي ٿو. پر آهستي آهستي اشٽ جي مورتيءَ جي ڌوتل پاڻيءَ کي چرنامرت چوڻ ۾ اَچڻ لڳو.

۲. شڌ ڪندڙ.

هڪ پد ۾ ميران چوي ٿي ته ”ڪجهه دشمن مونکي هر روز پنهنجي گروءَ جي ستسنگ ۾ ويندو ڏٺو. مان ته خوش آهيان جو پرماتما پنهنجي فيصلي سان مونکي سچو ۽ دنيا کي ڪوڙو ثابت ڪيو.“

سات سنگت ۾ نت اٿ جاڳان، دوجن لوڪان دکيءَ
مٺن مهاري گرڌر نياو لوپرو، اور دني سب جهوٺيءَ
پاوڻ ڪوئي نندڻ پاوڻ ڪوءِ بندڻ، چلسي چال انوٺي.
(ميران جو جيون ورسا ۽ ڪاوِيه، صفحو ١٢٩)

ميران پنهنجن ڪيترن ئي پدن ۾ هن واقعي جو ورنن ڪيو آهي ۽ زهر کي امرت ڪرڻ لاءِ پرماتما جو احسان مڃيو آهي. ميران جو پنهنجي ستگروءَ لاءِ پريم پاڻ وڌڻ لڳو ۽ سڀ ڏينهن ڀڳتن ۽ سادن سنتن جي سنگت ۾ گذارڻ لڳي. هڪ پريمي ڀڳتڻيءَ جي روپ ۾ هنجي مهما ڦهلڻ لڳي، جنهن مان گهڻو ڪري عام غريب پرجا هئي. هو ميران جي درشن ۽ هنجي ڀڄن ٻڌڻ لاءِ اچڻ لڳا.

چيو وڃي ٿو ته مغل شهنشاهه اڪبر ويس بدلائي پنهنجي دربار جي مشهور گويي تانسين سان گڏ جي ميران کي ڏسڻ ۽ هنجي ڀڳتيءَ جا گيت ٻڌڻ لاءِ چتوڙ آيو. ميران جي انوکي شخصيت سبب هن عزت سان متو ٽيڪيو ۽ هڪ قيمتي هار ڀيٽا ڏيڻ چاهيو، پر ميران نمرتا سان اسويڪار ڪيو. تواريخ جي درشٽيءَ کان هيءُ واقعو ان وقت جو ٿي ٿو سگهي، جڏهن ميران چتوڙ ۾ هئي ڇو ته اڪبر سنه ١٥٥٦ع ۾ گديءَ تي ويٺو ۽ ان وقت ميران چتوڙ ڇڏي چڪي هئي. هرمين گوئيٽس ميران جي جيون جي تواريخ ۾ لکي ٿو ته اڪبر هن وقت چتوڙ نه بلڪ آمير ۾ ويو جتي ميران پنهنجي جيون جا آخري ڪجهه ڏينهن گذاريا هئا.

ميران جي شخصيت جو، جوان اڪبر جي من تي گهرو اثر پيو ۽ مذهبي تنگ دلي بدران هن جي من ۾ آدار ڀاونائون

پيدا ٿيڻ لڳيون جنهن جي نتيجي طور اڳتي هلي هن هڪ
"وشو وياپي ڌرم" استاپت ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي.

ميران جي مشهوري ۽ مهما ٿيڻ لڳي راڻي وڪرم جو
ڪروڌ اڃا به وڌڻ لڳو. هن ۽ سندس صلاحڪارن ميران
جي پراڻ وٺڻ جي هڪ ٻي به ڪوشش ڪئي. هن پيري
انهن هڪ تمام زهريلي نانگ کي زيورن جي دٻي ۾ وجهي
موڪليو ۽ چيائون ته هيءُ راڻي طرفان هڪ قيمتي هار سوکڙي
طور موڪليو ويو آهي. هن واقعي جو ميران پنهنجن ڪجهه
پدن ۾ ذڪر ڪيو آهي-

پيٽيان باسڪ ڀيجيو، يو ڇي مولهڙان رو هار؛
ناڳ گلا ۾ پهريو، مهاري محل ڀيو اجيار.
(ميران سڌا سنڌو صفحو ٢٧٩)

ٻيو-

سانپ پٽارو موڪليو، ڌو ميرا کي هاٿ؛
کول پٽارو ديکيو، هو گيو نوسرهار.
(ميران سڌا سنڌو صفحو ٢٨٢)

زهر ڏيڻ جي واقعي والگر ئي نانگ جي واقعي جو ذڪر
ميران ئي نه بلڪ هن کان پوءِ به ڪيترن ئي ڀڳتن ۽ شاعرن
۾ ڪيو آهي. انهن واقعن جي سچائيءَ بابت اهو چئي سگهجي
ٿو ته ممڪن آهي ته ڪنهن نيڪ ماڻهوءَ زهر جي بدلي، بي-
نقصانڪار پيئڻ جو پدارٿ ۽ نانگ جي جڳهه تي اصلي هار
موڪليو هجي.* پر جيڪڏهن ائين نه به هجي ته به ميران
جي محڪم ارادي، هٺجي وشواس ۽ پريم جي باري ۾ ڪو
به شڪ ٿي نٿو سگهي. ڇو ته هن زهر سمجهي ئي پيالو پيتو
۽ دٻي ۾ نانگ سمجهي ئي اُنهيءَ کي کوليو.

ڪجهه ودوانن جو ويچار آهي ته راڄنيتي مقصدن سبب

* هرمين گوئيٽس: ميران ٻائي صفحو ٢١.

ميران تي ظلم ڪيا ويا. اهڙو ڪو به ثبوت نٿو ملي ته ميران سڌيءَ طرح يا اڻ سڌيءَ طرح ڪڏهن به چتوڙ جي راڄنيتيءَ ۾ دخل اندازي ڪئي. هوءَ پرماتما جي پريم ۾ اهڙي ته مگن هئي جو هنکي سماج ۽ راڄنيتيءَ ۾ ڪو به چاهه نه هو. پنهنجي صاف گوئي، بي ڀپائي ۽ ڪرم ڪانڊ جي خلاف ڪرڻ سبب ۽ ٻاهرين ڪريائن، پوڄا پاٺ، ڪرم ڌرم وغيره جي کنڊن ڪرڻ لاءِ ۽ ذات پات ۽ اوچ نيچ جي ڀاونائن جو وروڌ ڪرڻ سبب سنتن ۽ ڀڳتن کي هميشه ستايو ويو آهي ۽ ڪشٽ ڏنا ويا آهن. جيتوڻيڪ ميران کي نه سوريءَ تي چاڙهيو ويو، نه هنجو سر ڪاٽيو ويو، تنهن هوندي به جن مصيبتن کي هن منهن ڏنو سي ڪي گهٽ ڪونه هيون. هنجو سڄو جيون هڪ دک ۽ درد جي ڪٿا آهي. سماج ۾ اپمان، راڄ درٻارين دوارا گلا، پنهنجي ئي پريوار دوارا ظلم، لڳاتار ڪشٽن ۽ بدقسمتيءَ کي هن کي منهن ڏيڻو پيو. پر هن بنا ورڳاءَ يا شڪايت جي، همت ۽ صبر سان، سنتن جهڙي سهنشيلتا سان، سڀ ڪجهه، شانتيءَ سان برداشت ڪيو.

ميران ڪڏهن به ڪشٽن ڏيندڙن کي مهڻو نه ڏنو. سندن ڪابه حرڪت کيس بدلي وٺڻ لاءِ جوش نه ڏياري سگهي. هوءَ ايتري ته نرم دل ۽ ديالو هئي جو هن جي مک مان ڪٽا وچن ڪڏهن به ڪونه نڪتا ۽ پنهنجن ستائيندڙن لاءِ هنجي هردي ۾ صرف همدرديءَ جا ئي ڀاوَ هئا. هوءَ راڻي کي چوي ٿي مان پنهنجن پيڪن ۽ ساهرن جي ماڻهن جو پاڻ سان ڪڏ اڌار ڪريان ها پر انهن "مهاري ٽيڪ نه ماني ٻاهت"[1] مهنجي ڳالهه ڪابه نه مڃي.

هڪ پراچين گرنٿ[2] ۾ ڏنل هڪ واقعو ميران جي نمرتا

---

١. ميران سڌا سنڌو صفحو ٢٧٩.

٢. چوراسي وشنو جي وارتا.

۽ سهڻشيلتا لي روشني وڄهي ٿو. هڪ پروهت جنهن جو
پنهنجي سمپردايه ۾ ڪافي نالو هو، هڪ دفعي چتوڙ ۾ ميران
جو مهمان ٿي رهيو. هڪ ڏينهن ميران جو ڪرم ڪانڊ جي
خلاف ڳجهتي گيت ٻڌي هو بيحد ناراض ٿيو. گيت کي پنهنجو
۽ پنهنجن اصولن جو اپمان سمجهي، هو سڀا ۾ اٿي بيٺو ۽
نهايت ڪروڌ ڀريل آواز ۾ زور زور سان ميران کي ڪجهه
گهٽ وڌ اکر چوڻ لڳو ۽ انهن چوندي ته هو هن ڪان ٻوهه
ميران جو مهمان ڪڏهن نه ٿيندو، هلڻ لڳو. ميران کي دک
ٿيو ته ڪو اهڙي طرح هن سان ناراض ٿي هلي وڃي. هن
نهايت شانتيءَ ۽ نمرتا سان پوڄاريءَ کي ونتي ڪئي ته
اڄاڻ اهڙي طرح نه وڃو ۽ جيترا ڏينهن توهان رهڻ چاهيو
ٿي، رهو. پر ڪٽر پوڄاري پنهنجي فيصلي تي اڙجي بيٺو.
ميران هميشه جيڪي پريمي ۽ ڌارمڪ پرش ونس ايندا هئا
تن جي عزت ۽ آدر ڪندي هئي. وڃڻ مهل هن پوڄاريءَ
کي ڪپڙا، ڌن ۽ ڪاڌي جو سامان موڪليو. ميران هن وقت
اهڙيءَ اوستا ۾ پهچي چڪي هئي جنهن ۾ ساراهه ۽ گلا،
نيڪي ۽ بدي هن لاءِ سمان هئا. نروڪار ۽ نرموهي هوندي
به هنجي ادار هردي ۾ سڀني لاءِ پريم جي ڀاونا هئي. پنهنجي
هڪ پد ۾ هوءَ چوي ٿي ته ڳيت هڪ وڻ وانگر هميشه
شانت، ادار دل ۽ ڌيرج وان هئڻ گهرجي. جيڪڏهن وڻ
کي ڪير ڪٽڻ ايندو آهي ته هو انهيءَ سان ويرڀاءُ نٿو
رکي ۽ جيڪو هنکي زمين ۾ لڳائڻ يا پاڻي ڏيڻ اچي ٿو ته
انهيءَ سان موهه نٿو رکي. هن مٿان پٿر اڇلائڻ وارن کي به
هو مٺا ميوا ڏيندو آهي. طوفان ۽ برسات جي وسڪارن کي
به هو بنا شڪايت، شانتيءَ سان سهي ٿو.

”مٺا تو ور ڪشن کي لت ليئه ري، ٿار و ڪانٽي[1] ڪري پوڌ ر ري.

---

١. چا لاءِ.

ڪانئن والا سون ٻئر ٿهين هئا، ٿهين سيڻين کو سنيهه ري.
جو ڪوئي ٻاوي[1] کنکر پٿر، تن کو ٻي ڦل ڏيئن ري.
پون چلاوي، اندر جهڪولي، دک سک آپ هي سهه ري.
سيت گهام[2] تو سر پر سهي هئا، پڇين کو سک ڏيئي ري."
(ميران سڌا سندو صفحو ٧٦٨)

ميران جي صحبت ۾ جيڪي ٻه ايندا هئا، اهي هن جي انوکي شخصيت، هن جو پرڀاو پريم، هنجي ڀڳتي ۽ نمرتا ڏسي خوش ٿي ويندا هئا. ڀڳتن ۽ سادن لاءِ هن جي محل جا دروازا هميشه کليل رهندا هئا ۽ انهن کي هميشه ڀوڄن ۽ ڪپڙا ڏنا ويندا هئا. پر ڪجهه ڪٽرپنٿي ماڻهو ميران جي اهڙي ادارتا، ڀڳتي ۽ سندس وڌندڙ مهما سبب جلڻ لڳا. هنن ميران کي ڪيرائڻ لاءِ هڪ جوان برهمڻ کي انهيءَ ڳالهه لاءِ راضي ڪيو ته هو ميران وٽ وڃي ڪيس چوي ته پرڀوءَ هنکي درشن ڏنو آهي ۽ کيس آگيا ڪئي آهي ته هو ميران سان گڏ هڪ ئي سيجا تي رات گذاري. ميران انهيءَ جوان جي اهڙي بي حيا ڳالهه نردوش ڀاو سان ٻڌي ۽ کيس شام جو اچڻ لاءِ چيو.

شام جو نيم انوسار ميران جي اڱڻ ۾ سادن ۽ ڀڳتن جي منڊلي وٺي هئي ۽ سڀ ملي ڀڳتيءَ جا گيت ڳائي رهيا هئا. جوان جڏهن محل جي دروازي تي پهتو ته دوارپال هن کي اندر وٺي آيو ۽ ميران اتي سندس آجيان ڪئي. پر جڏهن جوان ڏٺو ته ڀڳتن جي منڊليءَ جي وچ ۾ سيج وڇايل آهي ته هو گهٻرائجي ويو. ڪجهه همت ڪري چوڻ لڳو اهڙن ماڻهن جي وچ ۾ هو ڪيئن تو سمهي سگهي. ميران شانت ڀاو سان جواب ڏنو ته پنهنجي پرڀوءَ کان، جيڪو هر هنڌ موجود آهي ۽ سڀ ڪجهه ڏسي رهيو آهي، هوءَ ڪجهه به لڪائي نٿي سگهي ۽ نه ئي سندس ڀڳتن کان، جيڪي هنجي گهر جا

---

١. اڇلائي. ٢. گرمي، اُس.

ڳائي آهن.[1]

ميران جي ڀولڙ هردي ۽ اٻوجهائيءَ سان ڀريل اهڙي جواب جوان جي دل کي لوڏي ڇڏيو. افسوس ۽ پڇتاءَ سبب، هو لڙڪن سان ڀريل اکين سان سندس چرڻن ۾ ڪري پيو. ميران هنکي معاف ڪري ڇڏيو ۽ ڀڄن جي ٻولن ۾ گيت ڳائڻ ۾ مست ٿي وئي. هنجو مک پريم ۽ ڀڳتيءَ جي جوت سان چمڪي رهيو هو ۽ حاضرين پريمي ۽ اهو جوان برهمڻ به مگن ٿي ٻڌي رهيا هئا.

ايتري ڪجهه هوندي به راڻي ۽ سندس صلاحڪارن ميران کي ستائڻ ۾ ڪابه ڪمي ڪانه ڪئي. انهن ڀڳتن ۽ سادن کي ميران جي محل ۾ وڃڻ کان روڪڻ، ڌڪارڻ ۽ ڌمڪائڻ شروع ڪيو. پنهنجي ڀڳتيءَ ۾ اهڙي قسم جي رڪاوٽن کان تنگ اچي ميران آخر چتوڙ ڇڏڻ جو فيصلو ڪيو. هنکي لوڪ لڄا جي ڪا چنتا ڪانه هئي، نه پنهنجي موت جو ڀؤ هو. پر هنجي ڪري هن وقت اهڙن ڀڳتن کي ڪافي ڪشٽ ٿي سهڻا پيا ۽ انهيءَ کي ميران جو من قبول نه ڪري سگهيو. هڪ رات جو هوءَ چپ چاپ چتوڙ جي قلعي کان ٻاهر نڪري پيئي. چتوڙ کي ڇڏڻ، ميران لاءِ هڪ مشڪل فيصلو هو ڇاڪاڻ ته هڪ هندو ناريءَ کي ڪيترا به ڪشٽ ڪشالا ڇو نه هجن، پنهنجي پتيءَ جو گهر ڪڏهن به نه ڇڏيندي آهي ايترا ڏينهن ماڻهن جا طعنا ۽ راڻي جا ظلم صبر سان سهن ڪرڻ جو شايد اهوئي ڪارڻ هو.

اهو پوري طرح معلوم نٿو ٿئي ته ميران ڪڏهن چتوڙ ڇڏي وئي. پر ودوانن جو انومان آهي ته ١٥٣٤ جي آخر ۾

---

١. هيءَ ورنانت پرياداس ڪرت ڀڳت مال جي ٽيڪا ۽ راگهوداس دادو پنٿيءَ جي ڀڳتي مال ۾ اچي ٿو. انيڪ هاڻوڪن ودوانن به انهيءَ جو ذڪر ڪيو آهي.

وڌي ھوندي. ١٥٣٥ ۾ جڏھن گجرات جي سلطان بھادرشاھ
چتوڙ تي حملو ڪيو، اُن ڪان ڪجھ مھنا اڳ، ميران چتوڙ مان
ھلي وئي ھوندي. جيڪڏھن ھوءَ اُن وقت اُتي ھجي ھا
تہ چتوڙ تي جيڪا مصيبت آئي ۽ جيڪا تباھي اُتي ٿي،
اُنھيءَ مان نڪرڻ ھن لاءِ ناممڪن ھو.

گجرات جي سلطان بھادرشاھ ھڪ وڏي سينا سان چتوڙ
تي ١٥٣٥ ۾ حملو ڪيو. راڻو وڪرم ۽ ٻاڙي ويو ۽ پنھنجن
راڄ دربارين جي مدد سان ڪنھن سلامتيءَ واري جڳھہ تي
پھچايو ويو. اھڙيءَ طرح چتوڙ بنا راجا جي رھجي ويو. پر وڏي
راڻي جوھر ٻائي ۽ ڪرڻاوتي قلعي جي رکيا جي ذميواري
پنھنجن ھٿن ۾ ڪئي. ھنن ڪجھ راڄ چاھيندڙ دربارين ۽ جوڌن
کي گڏ ڪري، ڪجھ وقت تائين لڙائي جاري رکي. تنھن
ھوندي بہ ھو حملي ڪندڙن جي وڏي سينا جي طاقت
اڳيان پنھنجي محدود ساڌنن ذريعي گھڻي وقت تائين مقابلو
نہ ڪري سگھيون. جوڙ ٻائي بکتر ۾ پنھنجي ناري سينا سان
ويرگتيءَ کي حاصل ڪيو. ھن، پنھنجي دشمن جي سينا جي
انيڪ جوڌن کي ماريو ۽ پنھنجي بھادريءَ ۽ جنگي ھوشياريءَ
سان سڀني کي حيرت ۾ وجھي ڇڏيو. پر بھادرشاھ وري
پنھنجي سينا گڏ ڪئي ۽ قلعي کي گھيريو. جڏھن ڏٺائون تہ
چتوڙ کي بچائڻ ناممڪن آھي، سڀني پرشن ناگرڪن ڪيسري
جامو پاتي، ھٿيار کنيا، قلعي جو دروازو کوليو دشمن مٿان
حملو ڪيو. ھن لڙائيءَ ۾ ھنن مان ھڪ بہ زندھہ نہ رھيو.
چتوڙ جون سڀ ناريون، راڻي ڪرڻوتي جي اڳواڻيءَ ۾ ستيون
ٿيون. بھادرشاھ جڏھن قلعي ۾ داخل ٿيو تہ ڪيس ڪو بہ
ماڻھو ڪونہ مليو ۽ ھر جڳھہ ويراني نظر آئي.

ميران جي پيڪن جا ماڻھو ھميشھ ميواڙ جي راڻن کي ساٿ
ڏيندا رھيا ۽ لڙائيءَ ۾ سندن طرفان لڙندا رھيا. ميران جي پتا
ميواڙ طرفان لڙندي پنھنجا پراڻ تياڳيا پر ھن دفعي راو ويرمديو

راڻي جيڪي ميران سان ظلم ڪيا هئا اُنهن سبب نهايت ڏکي ۽ ناراض هو ۽ هو راڻي جي مدد لاءِ نه آيو.

ميران بهادر شاهه جي حملي کان ڪجهه مهينا اڳ ئي چتوڙ ڇڏي چڪي هئي. اهو چيو وڃي ٿو ته هوءَ پهرين پيڪي ميڙتا ويئي. راو ويرمديو، جنهنکي ميران جي ڪشن جي ٻاري ۾ جاڻ هئي سو مجبورن شانت هو، ميران جو نهايت پريم سان سواگت ڪيو. پر ميڙتا ۾ ميران جو سک ۽ شانتيءَ سان رهڻ ممڪن نه هو. سمورو راجستان پراڻن ڪٽرپڻي ۽ پنڊتن جي اثر هيٺ هو ۽ رسمن رواجن ۽ ڪرم ڪانڊ ۾ الجهيل هو. ٻاهرئين ڪريائون، ورت، تيرٿ ياترا وغيره جو ميران ڏواران صاف لفظن ۾ کنڊن، هنن جي پراڻين رسمن رواجن ۽ ڪٽرپڻي لاءِ هڪ گهري چوٽ هئي. پنهنجي انيڪ پدن ۾ ميران ٻاهرئين ڪريائن جو کنڊن ڪيو آهي. هڪ شبد ۾ هوءَ چوي ٿي ته پرماتما کي پائڻ لاءِ ڀڄن ڪرڻ گهرجي. هي مترا! هن سان پريم ڪرڻ گهرجي. جيڪڏهن ندين، تلاون ۾ سنان ڪرڻ سان هري ملي سگهي ٿو ته پوءِ مان پاڻيءَ جو جيو بڻجڻ پسند ڪريان ٿي. جيڪڏهن ميوي وغيره کائڻ سان پرڀوءَ جو ميلاپ ٿي سگهي ٿو ته پوءِ ٻاندر بڻجڻ ۾ ڪهڙي برائي آهي، جيڪو بن ۾ ميون تي گذارو ڪري ٿو. جيڪڏهن پتن وغيره کائڻ سان پرماتما ملي سگهي ٿو ته ٻڪرين جي ڪاهه ڪمي ڪانهي، اُنهنکي ملي وڃڻ کپندو هو. جيڪڏهن پٿر پوڄڻ سان پرڀوءَ جو ميلاپ ٿي سگهي ٿو ته مان پهاڙ پوڄڻ لاءِ تيار آهيان. پر ميران چوي ٿي ته بنا سچي پريم جي پرڀوءَ جي پراپتي ٿي نٿي سگهي.

ساڌن ڪرنا چاهي ري منوا، ڀڄن ڪرنا چاهي.
پريم لگانا چاهي ري منوا، پريت ڪرنا چاهي.
نت نهان سي هري ملين، تو مڇن جل جنتو هوئي.
ڦل ڦول کائي هري ملين، تو مڇن بالر بندر هوئي.

ڳرڻ ڳڪڻ سي هري ملين، ته بهت هي ملي اڳاه.
ٽلسي پوڄي هري ملين، ته مان پوڄون ٽلسي جهاڙ.
پٿر پوڄي هري ملين، ته مان پوڄون پهاڙ.
دوڌ پيئي لي هري ملين، ته بهت هنس ٻڪڙي والا.
ميرا ڪهي بنا پريم کي، نا هين ملين نند لالا.
(ميران سڌا سنڌو صفحو ٧٦٠)

اهڙي قسم جي ويچارن، اُن وقت جي ڌارمڪ اڳواڻن جي بنياد کي لوڏي ڇڏيو. انهيءَ طور جڏهن گلا ۽ ٺٺوليءَ جو مقابلو ميران کي چتوڙ ۾ ڪرڻو پيو، اُن ميڙتا ۾ به هن کي ڇڏيو. راو ويرمديو ميران کي ڌيءَ وانگر پاليندو هو. سندس پتنيءَ هن کي بالپڻ کان ئي پاليو هو ۽ سندن سموري ڪٽنب ۾ هيءَ ئي هڪ ڪنيا هئي پر ويرمديو هڪ انصاف پسند راجا هوندي به سماجڪ، ڪٽنبي ۽ ڌرمي ريتين رواجن جو پوئلڳ هو. هن پنهنجي پياري ڀائٽيءَ جي راهه ۾ رڪاوٽ وجهڻ نٿي چاهيو پر پنهنجن درٻارين ۽ خاص ناگرڪن کي به ناراض نٿي ڪرڻ چاهيو. ميران کي ويرمديو جي پريشانيءَ کي سمجهڻ ۾ دير نه لڳي. هڪ ڏينهن هن چپ چاپ بنا ڪنهن شڪايت يا ڪروڌ جي ميڙتا ڇڏيو، جهڙي طرح هن چتوڙ ڇڏيو هو.[1]

ميڙتا ڇڏڻ بعد ميران ڪيڏانهن ويئي، اُن باري ۾ تواريخ خاموش آهي پر ڏند ڪٿائون ۽ زباني ورتائتون الڳ الڳ آهن. انهن هوندي به عام طور اهو مڃيو ويندو آهي ته هوءَ پهرين بندراٻن ويئي. جتي به ميران ويندي هئي، هوءَ ڀڳتن ۽ ڌرماتمائن جي سنگت ۾ رهڻ جي ڪوشش ڪندي هئي.

---

١. ڪي ودوان جو رايو آهي ته جوڌپور جي راو مالديو داران ميڙتا تي حملي ڪرڻ ۽ ويرمديو جي هار سبب ميران کي ميڙتا ڇڏڻو پيو.

هوءَ ٻندرابن ۾ جيو گوسوامي سان گڏجڻ وئي، جنهنجي ماڻهو
ڪافي عزت ڪندا هئا ۽ سيني ڌرماتمائن ۾ جنهنجي هاڪ
هئي. هوءَ ڀڳوان ڪرشڻ جي گوپي ڀاوَ سان پوڄا ڪندو هو
جنهن آڌار سڄي سرشٽيءَ ۾ صرف ڪرشڻ ئي هڪ پرش
مڃيو ويندو آهي ۽ ٻيا سڀ ڀڳت (استري هجي يا پرش)
هن جون پياريون گوپيون مڃيون وينديون آهن. ان سان گڏ
جيو گوسوامي نهايت سنجم پرايو ۽ تياڳي جيون گذاريندو هو
۽ استرين جو منهن به ڪونه ڏسندو هو.

جڏهن جيو گوسواميءَ ٻڌو ته ميران نالي ڀڳتڻي هن سان
ملڻ چاهي ٿي ته هن اِئين چئي ملڻ کان انڪار ڪيو ته هن
جي پرتگيا آهي ته هو ڪنهن به استريءَ جو مک نه ڏسندو.
جيتوڻيڪ ميران اُهيءَ مشهور جيو گوسواميءَ کان ننڍي هئي،
تنهن هوندي به هوءَ ڀڳتيءَ ۾ اڳري هئي. جيو گوسواميءَ
جي گوپي ڀاونا جو ئي سهارو وٺي ميران کيس چوايو ته هوءَ
سمجهندي هئي ته ٻندرابن ۾ صرف شري ڪرشڻ ئي هڪ
پرش آهي پر هتي پڌي عجب لڳو آهي ته هتي هڪ ٻيو
پرش به موجود آهي. زندگيءَ ۾ پهريون دفعو ڪنهن ۽ اهو
به هڪ ناريءَ، جيو گوسوامي کي اهڙي آتم وشواس سان
جواب ڏنو هو. گوسواميءَ جي اکين آڏو ڀرم جو پڙدو هٽي
ويو، ٻاهر اچي هن ميران کي هٿ جوڙي آدر سان سندس
سَتڪار ڪيو.

ميران ٻندرابن ۾ گهڻو وقت نه رهي. ڀارت جا تيرٿ ۽
ڌارمڪ جڳهيون، جتي ڪوڪلي پرارٿن وچارن ۽ ڪرم ڪانڊ
جو زور هو، اُهي مالڪ جي ڀڳتن جي هرديءَ کي ڪيئن
پسند ايندا؟ چيو وڃي ٿو ته ٻندرابن مان ميران گجرات طرف
وئي گجرات وڃڻ جو هڪ مقصد اهو به ٿي سگهي ٿو ته هوءَ
پنهنجي گروءَ روهداس سان گڏجڻ آئي وئي هجي، ڇو جو

گھڻو ڪري هُوءَ اُن وقت گجرات ۾ هئا.[1] ميران دوارڪا
ڪڏهن پهتي اِنهيءَ جي ڪا به خبر نٿي پوي. باقي جڏهن
هن ميڙتا ڇڏي تڏهن هن جي عمر صرف ٣٦ يا ٣٨ سال هئي.
اِنهيءَ عمر هوندي به ميران جي پڪتي اندران روحاني انڀوَن
۽ آتم گيان سبب ڪافي وڏي ڇڪي هئي.

ميران ڪافي وقت گجرات ۾ گذاريو. هن گجراتي ٻوليءَ ۾
به ڪيترن پدن جي رچنا ڪئي آهي ۽ گجراتي ساهتيه جي
اوچ پڳت، ڪوِن ۾ هنکي ليکيو ويندو آهي. ودوانن جو
انومان آهي ته ميران هتي ڪي سال شانتيءَ سان گذاريا.

چتوڙ جي هار بعد ڪي درٻارن راڻي وڪرم کي وري
گاديءَ تي ويهاريو. پر هڪ سال اندر ئي هن جي سؤٽ بنبير
هنکي ماري ڇڏيو.[2] ١٥٣٧ع ۾ بنبير پاڻ کي ”راڻو“ سڏايو.
١٥٤٠ع ۾ راڻي سانگا جو سڀني کان ننڍو پٽ ۽ ميران جو
ننڍو ڏير اديسنگھ، ڪي درٻارن جي مدد سان بنبير کي
ڀڄائي ڪڍيو ۽ خود راڻو ٿي ويٺو.

چتوڙ نهايت مشڪلاتن ۽ مصيبتن جي دؤر مان گذري رهيو هو.
ڪنهن وقت جي هڪ زبردست رياست جي راڄڌانيءَ مان
گھٽجي چتوڙ هڪ معمولي صوبي جي برابر رهجي ويو. ٻاهر
زالن ۽ مڙدن جي هڪ ڀيڙ هئي، لڙائيءَ ۾ پنهنجا پراڻ ڏئي

---

١. سنت روهيداس گجرات ۾ گھڻو وقت گذاريو هو ۽ هو
گجرات طرف ويندا رهندا هئا. گجرات ۾ اَڄ به ڪيتريون
ئي اهڙيون منڊليون آهن، جيڪي پاڻ کي روهيداس جا
پوڄاري چوائين ٿا. ممڪن آهي ته ميران گجرات ۾ ڪجھ
وقت پنهنجي گروءَ جي چرنن ۾ گذاريو، جيسين روهيداس
گجرات ۾ هو.

٢. بنبير راڻا سانگا جي وڏي ڀاءُ پرٿويراج جو گود جو
پٽ هو.

چڪي هئي. عام جنتا انهن سڀني مصيبتن جو نتيجو اڄ ڀ
ڀوڳي رهي هئي پر ميواڙ جي لوڪن ميران کي ڪونه وساريو
هو. غريب، هريجن ذات جي سادن ڪٽنبن ۾ هن جا پد
نهايت پريم سان ڳايا ويندا هئا. چتوڙ نواسي پنهنجي بدنصيبيءَ
کي، ميران سان ظلم جو نتيجو سمجهڻ لڳا. راڻي رتنسنگهه
کي بي موت مرڻو پيو، راڻو وڪرم جنهن ميران جا پراڻ وٺڻ
چاهيا، خون ڪيو ويو ۽ چتوڙ جا ماڻهو جن هن جي ڳلا ڪئي
۽ هن کي ستايو، لڳ ڀڳ برباد ٿي ويا. چوگرد هڪ گهوري
پڇتاءَ جي ڀاونا ڦهلجڻ لڳي. ميران جي مصيبتن ۽ دکي جيون
کي ياد ڪري ماڻهن ۾ هن لاءِ پريم ۽ همدرديءَ جي ڀاونا
وڌڻ لڳي. هر هڪ جي من ۾ اهوئي ويچار هو ته ميران سان
ڪيل بي انصافيءَ جو پڇتاءُ تڏهن ٿي سگهندو جڏهن راڻو ۽
لوڪ هن کان معافي وٺي کيس واپس آڻيندا.

راڻي اديسنگهه انهن ڀاوناڻن جو قدر ڪيو ۽ ڪجهه براهمڻن
کي ميران کي واپس وٺي اچڻ لاءِ دوارڪا موڪليو.

ميران نه ته هيئر راڄ راڻي هئي ۽ نه ئي چتوڙ کي پنهنجو
گهر سمجهندي هئي. جنهن زنجير هن کي ميواڙ جي راڄ گهراڻي
سان ٻڌي رکيو هو، انهيءَ کي هوءَ ٽوڙي چڪي هئي. هن
جي دل ۾ راڄ محل جي پڃري ۾، چاهي اهو پڃرو سون
جو ڇونه هجي، واپس وڃڻ جي ڪابه خواهش ڪانه هئي.
هوءَ مالڪ جي رضا ۾ راضي هئي ۽ هميشه من پنهنجي پريتم
جي چرڻن ۾ لڳل هو. هن واپس چتوڙ وڃڻ لاءِ انڪار ڪيو.
براهمڻن جي پرارٿنا، سمڏن وينتي آزي نيزاري هن کي پنهن
جي فيصلي کان هٽائي نه سگهيا. پنهنجن ڪوشش کي ناڪامياب
ڏسي، راڻي جي ناراضگيءَ جي ڊپ کان براهمڻن اعلان ڪيو
ته جيستائين ميران هنن سان گڏ چتوڙ هلڻ لاءِ تيار نه ٿيندي هو
اَن، جل ڪونه ورتائيندا.

ميران هڪ عجيب الجهن ۾ ڦاسجي وئي. هوءَ چتوڙ واپس

وڃڻ لاءِ تيار نه هئي ۽ نه ئي هن براهمڻن کي ٻڌا اَن ۽ جل جي پراڻ ڏيندو ڏسڻ چاهيو ٿي. انهيءَ پريشانيءَ ۾ ٽي چار ڏينهن گذري ويا. براهمڻن جي حالت ڏسي هن جي دل ڳرجي وئي ۽ مجبور ٿي هن ٻئي ڏينهن چتوڙ هلڻ قبول ڪيو. چيو وڃي ٿو ته انهيءَ ڏينهن شام جو هوءَ ”دوارڪا ڌيش“ مندر ۾ پرارٿنا ڪرڻ لاءِ وئي. ٻئي ڏينهن صبوح جو جڏهن مندر جو دروازو کوليو ويو ته ميران اُتي ڪانه هئي. صرف سندس رتو موريءَ جي هٿ ۾ اٽڪي رهيو هو. اهو سمجهيو ويو ته ميران ڪرشن جي موريءَ ۾ سمائجي وئي.

هيءَ ڪٿا هڪدم مشهور ٿي وئي. راجستان ۾ ميران جي ڀڳتيءَ جي مهما ڦهلجي چڪي هئي ۽ هن جي اهڙي طرح سمائجي وڃڻ جي ڪٿا نه صرف ميران جي مهما کي وڌايو بلڪ هنجي موت کي آتم بليدان جو روپ به ڏنو. براهمڻن جو مسئلو اهڙي طرح حل ٿي ويو ۽ اهي ڀڳت ميران جي آتم تياڳ جي انهيءَ ڪٿا سان راڻي وٽ واپس موٽي آيا. ميواڙ جو راڻو ۽ درباري پنهنجي راجنيتي جيون ۾ ورتل رهيا ۽ هنن ميران کي آسانيءَ سان وساري ڇڏيو. چاڪاڻ ته اُن وقت جي ليکڪن ۾ ميواڙ جي ڪٿائن ۾ ميران جي نالي جو ڪو به ذڪر ڪونهي.

ڪجهه هاڻوڪن ودوانن ميران جي چپ چاپ غائب ٿي وڃڻ جي واقعي کي مڃيو آهي، پر هنجي موت جو ثبوت نه. اهڙي طرح غائب ٿيڻ لاءِ مندر مان چپ چاپ نڪري وڃڻ، ميران جي الجهن جو هڪ قسم جو حل هو. ميران جي غائب ٿيڻ جو سال سنه ١٥٤٦ع مڃيو وڃي ٿو. جڏهن هنجي عمر ٤٨ سال هئي. پر پنهنجن ڪجهه پدن ۾ هوءَ پنهنجي ٻاري ۾ ورلن ڪندي چوي ٿي ته هوءَ ٻڍي ٿي چڪي آهي ۽ هنجا وار اڇا ٿي ويا آهن. انهيءَ مان اندازو لڳائجي ٿو ته ميران سنه ١٥٤٦ع کانپوءِ به زنده رهي ۽ هوءَ انهيءَ عمر ۾ پهتي جڏهن

ڪي صحيح معنيٰ ۾ ٻرڪ اوستا چئجي ٿو.

ودوانن پڻ جي چوٽيءَ-ڙين مان ميران جي موت جو ورڻن جاچڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. ڀٽ راجستان جي راڄ گهراڻن جي جيون جي واقعن جو ورڻن لکندا رهندا هئا.[1] پر ميران جي موت جي باري ۾ سندن ليکا هڪ ٻئي کان نيارا آهن.[2] ڊاڪٽر ڪلياڻسنگهه شيخاوت ميران جي جيون جي باري ۾ کوج ڪندي ميڙتا جي راڄ مهمنن کان پڇا ڳاڇا ڪئي آهي. انهن موجب ميران جو موت ۱۵۴۷ع ۾ دوارڪا ۾ ٿيو ۽ هن جو سنسڪار دوارڪا اڳيان وهندڙ گومتي ٽالي هڪ نديءَ ڪناري ڪيو ويو. ڊاڪٽر شيخاوت انهيءَ ليک ۽ گجرات ۽ راجستان ۾ پنهنجي ڪيل کوج انوسار انهيءَ فيصلي تي پهتو آهي ته ۱۵۴۷ع ۾ ميران جو موت قدرتي نموني ٿيو.

موت وقت ميران جي ڪابه راڄنيتڪ اهميت ڪانه هئي. ميڙتا ۽ ميواڙ جا راڄ-پريوار اڄڪل ۲۰ صديءَ جي شروعات تائين ميران جي خلاف ٿي رهيا آهن.[3] انهن ۽ راڄ مهمنن جا

---

۱. انهن جي پوين سندن چوٽين کي اڄ تائين سنڀالي رکيو آهي.

۲. لوڪوا جي پورڊان ڀٽ موجب ميران جو موت سنه ۱۵۴۶ع ۾ ٿيو. هوءَ اهڙ ۽ چوري ٿو ته هنجي موت جي جڳهه جي باري ۾ ڪجهه خبر ڪانهي. رانيهنگا جا ڀٽ ميران جي موت جو سال ۱۵۴۸ع ۽ ڪجهه ۱۵۴۷ع ٻڌايو آهي.

۳. "ڀارت جو سنت-ساهتيه" جو مشهور ودوان آچاريه پرشورام چترويدي لکي ٿو ته "ها، انهيءَ ڳالهه جي خبر مونکي پنهنجي اديپور سفر وقت ٿي ملي هئي ته اڄ ميران لاءِ آدر ٻڌي گهٽ آهي، مون سان اها ڳالهه چتوڙ جي قلعي ۾ رهندڙ واڙن ماڻهن به ڪئي هئي." (شري امرتي پدماوتي دوارا هڪ خط جو حصو- ميران وڪتيتو ۽ ڪرتتو، صفحو ۵۰۰)

ليک وشواس ڪرڻ جهڙا نٿا مڃي سگهجن، ڇاڪاڻ تہ اُهي ميران جي موت کان ڪافي عرصي بعد لکيا ويا هوندا. ممڪن آهي، ميران جي موت جي ڳالهہ اُنهن پنهنجن ڀڄنن ۾ ٻڌڻ درج ڪئي هجي، جڏهن وقت گذرڻ تي اُنهن محسوس ڪيو تہ جڏهن ميران ايتري اَهميت واري آهي تہ هن جي باري ۾ راڄ-پريوارن سان گڏ ڪجهہ لکيو وڃي. پڻ، راجستان ۾ رهندا هئا ۽ جتي بہ ميران جو موت ٿيو، اُهي ٻہ جڳهہ کان ممڪن آهي گهڻو پري هئا. اُنهن جيڪي ڪجهہ لکيو آهي، اُهو ٻڌل ڳالهين جي آڌار تي آهي، نہ سڌي طرح ڄاڻ جي آڌار تي. تنهن هوندي بہ سڀني ليکن مان اها ڳالهہ ظاهر آهي تہ ميران جو موت قدرتي طرح ٿيو.

هاڻوڪن ودوانن ميران جي پرلوڪ سڌارڻ جون جدا جدا تاريخون مڃيون آهن. پڻ سان ٽڪراءُ ٿيندي ڪجهہ ودوان هن جي موت جو سال ١٥٤٦، ١٥٤٧ يا ١٥٤٨ع مڃين ٿا ۽ ڪجهہ ٻيا پنهنجي کوج ۽ نتيجي جي آڌار تي هن جي موت جو سال ١٥٦٣ کان ١٥٧٣ تائين ٻڌائين ٿا.

جيئن تہ چيو ويو آهي، چتوڙ ڇڏڻ بعد ميران جي جيون ڪٿا جو آڌار، پراڻن ماڻهن جون ڪٿائون ۽ زباني ذڪر آهي. هرمين گوئيٽس دوارڪا مان غائب ٿيڻ بعد ميران جي جيون جو حصو جوڙڻ جي ڪوشش ڪئي آهي، پر هو مڃي ٿو تہ سندس ورڻن جو آڌار ”حالت انوسار ثبوت آهي، لکيل ثبوت نہ.“[1] هن موجب ميران دوارڪا ڇڏي اُتر ڀارت ۾ آئي ۽ اُتي ڪيترن جڳهين تي پهچي ڀڳتي ۽ پريم جو سنديش ڏيندي، گهمندي رهي. چتوڙ جا راڻا هينئر وساري چڪا هئا ۽ ڪرمپنٿين جي ڪٽرتا ۽ ڪرم ڪانڊ جي زنجيرن ۾ جڪڙيل ماڻهو، ميران جي غائب ٿيڻ تي خاموش هئا. نہ

---

١. هرمين گوئيٽس ”ميران ٻائي“ صفحو ٤٠.

ته اُنهن ميران کي ڳولهڻ جي ڪوشش ڪئي ۽ نه ئي اُنهن
کي ڪو چاهه هو. اهڙي طرح اُن ٻارت ۾ بنا ڪنهن رڪاوٽ
جي گهمي سگهي ٿي ۽ نه هن جي روحاني مارگ ۾ ڪو
رڪاوٽ وجهڻ وارو هو.

## ميران جو سنديش -

ميران جو ڪو به شش ڪونه هو، چاڪاڻ ته هن ڪڏهن ڪي
به نام دان ڪونه ڏنو. ڪنهن نامعلوم مديه ڪال جي شاعر
ميران جي ساراهه ڪندي چيو آهي ته ميران جو نالو پڙهڻ
ئي ڪٺن جي ڪري امر رهندو. چيو ته هن نه ته ڪنهن سنتان
کي جنم ڏنو ۽ نه ئي ڪنهن کي شش بڻايو.

نام رهيگو ڪام سين، سنو سياڻي لوء،[1]
ميرا سُت جايو نهين، شش نه ڪيو ڪوء.

ميران جو نه ڪو دنيوي وارث هو ۽ نه ئي روحاني،
جيڪو هنجي جيون ورتانت ۽ ٻاڻيءَ کي سنڀالي رکي ها. ڪنهن
ڪري هن جا پد صرف زباني ڪٿائن جي آڌار تي لکيا ويا
آهن. اهو ئي ڪارڻ آهي ته اهي سلسلي وار، جنهن سلسلي ۾
اهي لکيا ويا اُنهيءَ ۾ اسانکي نٿا ملن. اهڙي طرح ميران جي
محدود سرگڻ ڀڳتيءَ مان اُنهيءَ بيحد نرگڻ پرماتما جي ڀڳتيءَ
ڀڄڻ جو ثبوت هنجي پدن مان ملي ٿو، پر اُنهيءَ تبديليءَ
جي وقت ۽ رفتار کي چڱيءَ طرح سمجهي نٿو سگهجي.
ڪجهه پدن ۾ مورتي پوڄا ۽ تيرٿ، ورت وغيره جي
ساراهه ۽ ڪن ۾ اهڙي قسم جي ٻاهرين ڪريائن جو کنڊن
اهي هڪ ٻئي جي اُبتڙ ڳالهيون آهن. نتيجي طور ودوان
ميران جي ڪجهه پدن کي صحيح مڃيو آهي ۽ ڪجهه کي نه.
اهڙي قسم جي فيصلي ڪرڻ لاء ڪنهن وشواس جوڳي
ذريعي نه هئڻ سبب ميران جي باري ۾ هنجا شروعاتي وچار

---

١. ماڻهو.

ٿي رهيا ۽ ميران پنهنجي ڀڳتيءَ جي مقصد ۽ پنهنجي روحاني
مارگ کي چڱيءَ طرح سمجهيو ٿي. هن جا جيڪي به پد اڄ
ملن ٿا، اهي سندس روحاني ترقيءَ جي جدا جدا اوستائن
جي آزمودن کي ظاهر ڪن ٿا ۽ اهي اهڙا ته گڏيل - سڏيل
آهن جو انهن کي ميران جي روحاني ترقيءَ جي سلسلي کي
سامهون رکي، جدا جدا ڪرڻ ضروري آهي پر اهڙي
طرح ڪرڻ اڄ ناممڪن آهي، ڇاڪاڻ ته زباني ڪٿائن سبب
هنجا پد پاڻ ۾ اهڙا ته گڏجي مسجي ويا آهن جو پڙهندڙ کي
هڪ ئي پد ۾، مضمون ۽ ويچارن ۾ ئي نه بلڪ ٽال ۽ ٽڪ
۾ به فرق ملي ٿو. لڳي ٿو ته ميران جي جيون ڪٿا وانگر
ٿي سندس پد به راز ٿي بڻيا رهندا.

ميران دواران پنهنجي جيون جي پڇاڙيءَ جي عرصي ۾
لکيل پدن جي آڌار تي يا ٻين لفظن ۾ انهن پدن جي آڌار
تي جيڪي هنجي وشال درشٽيءَ ۽ اوچ روحاني انڀو ظاهر
ڪن ٿا، ميران جي سنديش ۽ ٻين سنتن جي سکيا ۾ صاف
سمانتا نظر اچي ٿي.

سڀني سنتن وانگر ميران منش جنم کي گهڻي اهميت
ڏني آهي ۽ مڪتي حاصل ڪرڻ لاءِ انهيءَ کي دُرلڀ موقعو
مڃيو آهي. هوءَ چوي ٿي ته نر ديهه جو ملڻ پرڀوءَ جو هڪ
انمول پرساد آهي. انهيءَ ڪري پرڀوءَ جي ڀڳتيءَ ۾ هڪدم
لڳائڻ گهرجي. اها ڀوساگر مان پار ڪرڻ لاءِ هڪ ٻيڙي آهي.

درلڀ نر ديهي لهي لتهر ٿاو،
ڀوساگر ترو ٿي ڀيسوا ني ٿاو.

(ميران سڌا سندو صفحو ٧٥٣)

سنت رويداس منش جنم کي "دُرلڀ"[1] ۽ گرو تيغ بهادر

---

١. دُرلڀ جنم پُن ڦل پائيو، ورٿا جات اٻبيڪي.
(شري آد گرنٿ، باڻي رويداس جي صفحو ٦٥٨)

جن "اَمولڪ"[1] چون ٿا. ڪبير صاحب جي لفظن ۾ منش ديهه ملڻ لاءِ ديوتا به سڪن ٿا.[2]

سرشٽيءَ جي آد کان آتما هن سنسار ۾ بار بار جنم وٺي رهي آهي. ميران پنهنجن پدن ۾ آواگون جي انهيءَ سڌانت ڏانهن تمام چٽيءَ طرح اشارو ڪيو آهي. هڪ پد ۾ هوءَ راڻي کي چوي ٿي "هي راڻا! مان هن سنسار ۾ پهريون دفعو ڪونه آئي آهيان. جڏهن کان هيءَ برهمانڊ رچيو ويو آهي، تڏهن کان ئي مان هتي اَچي رهي آهيان. هن جنم ۾ مان ميڙتا ڪٽنب ۾ آئي آهيان، منهنجو نالو ميران رکيو ويو آهي ۽ مولڪي راڻي جي ڪٽنب ۾ پرڻايو ويو آهي پر آتما جو نه ڪو ڪٽنب آهي ۽ نه ڪو نالو."

"آج ڪال ڪي مَين نهين راڻا، جب يو برهمانڊ چايو،
ميڙتيا گهر جنم ليو هَي، ميران نام ڪهايو."
(ميران سڌا سندو صفحو ٢٨١)

هڪ ٻئي پد ۾ اَهڙي ڀاونا کي ظاهر ڪندي ميران چوي ٿي "مون چؤراسي لکن جو چوڙو اَيڪ دفعا پاتو آهي.... ڪيترن ئي جنمن ۾ مون جدا جدا پتي ڪيو آهي. پر هينئر مولڪي گيان اچي ويو آهي ته منهنجو سچو پتي هري آهي ۽ مان هن جي رنگ ۾ رنگجي وئي آهيان.

لک چؤراسي رو چوڙلو، پهريو مَين ڪئي وار،
او تو پتي ڍاهي ڪو سنگي، سو پتي سرجڻهار.
جنم جنم ڪيا پتي ڪيتا، وشيان ڪي نر نار،
مَين تو راچي رنگل رنگي، گووند هري ڀرتار.
(ميران سڌا سندو صفحو ٤٠٧)

---

١. مانس جنم اَمولڪ پائڻو، برٿا ڪاهه گراوڻو.
(شري آد گرنٿ محلا ٩ صفحو ٢١٩)
٢. اس ديهي ڪو لرچهه ديو، سو ديهي ڪر هر ڪو سيو.
(ڪبير گرنٿاولي پد ٣٤٨)

جيوَ جي چؤراسي لک جوڻين جي چڪر جو بيان ڪندي شري گرو ارجن ديو جن فرمائين ٿا ته جيوَ ڪيترا جنم ڪوڙن ۽ پتنگن جا ورنا آهن، ڪيترن جنم هاٿي، مڇي ۽ هرڻ جا. اَنيڪ جنمن ۾ هوءُ پکي ۽ نانگ وغيره جوڻين ۾ ويو. ڪيترا ئي جنم ٻڪرو، گهوڙو وغيره ٿيو. گهڻي مدت بعد هيءَ منش ديهي ملي آهي. هي پراڻي! هيئنر پرڀوءَ سان ملڻ جي ڪوشش ڪر، پرڀوءَ سان ملڻ جو اهو ئي موقعو آهي.[1]

منش جنم جي اَنمول موقعي ملڻ جي باوجود به جيو پرڀوءَ سان ڪيسين ڪونه ملي سگهي، جيسين ڪنهن اَهڙي پورن پرش جي مدد ۽ رهبري حاصل نٿو ڪري، جيڪو خود روحاني منزلون پار ڪري چڪو آهي ۽ پرماتما سان ملي چڪو آهي. ميران پنهنجي هڪ پد ۾، پرڀو ميلاپ کي آتما جو وواهه ڪري بيان ڪري ٿي. جڏهن آتما جو پرڀو روپي پتيءَ سان وواهه ٿئي وڃي ٿو ته پيون شادي شده آتمائون (هنس) هن ڪان پڇن ٿيون ته هي ڀاڳوان سهاڳڻ آتما، تون ايترا ڏينهن ڪنواري ڇو رهين؟

"سرتا سواگڻ نار، ڪنواري ڪيون رهي."

ميران آتما کي جواب ڏيندي کولي ظاهر ڪري ٿي ته آتما جو وواهه اَڄ تائين ٿي نه سگهيو يعني هن جو پرڀوءَ سان

---

۱. ڪئي جنم ڀئي ڪيٽ پتنگا، ڪئي جنم گج مين ڪرنگا.
ڪئي جنم پنکي سرپ هوئيو، ڪئي جنم هيور برک جوئيو.
مل جگديس ملن کي بريا، چر ڪال اهه ديهه سنجريا.
(شري آد گرنٿ صفحو ۱۷۶)

سنت نامديو جن فرمائين ٿا-
اَنيڪ بار پسوءُ هيو اوتريو، لک چؤراسي ڀرمت ڦريو.
ڀاڳيو نهين ڪهين بسرام، ستگر سرن ڪهيو نهين رام.
(نامديو جي هندي پداولي، پد ۱۲۴)

وصال ٿي نه سگهيو، ڇو جو هن کي ستگرو نه مليو.

"ستگرو مليا نانڪ، ڪدوارِي وڃرا ٿيُن رهي."
(ميران سڌا سندو صفحو ٨۴٦)

شري گرو اَمر داس جن سائنٽي وچار کي ظاهر ڪندي فرمائين ٿا ته جيڪڏهن آتما روپي استري ڇٽي جڳن ۾ ڀٽڪندي رهي، هوءَ ستگروءَ کانسواءِ پتيءَ جي ميلاپ جو سهاڳ ڪڏهن به حاصل نه ڪري سگهندي.

"جگ چاري ڌن جي ڀرئي، بن ستگر سهاگ نه هوئي رام."
(شري آد گرنٿ صفحو ٧٦٩)

دريا صاحب مارواڙ وارا فرمائين ٿا-

"ستگر ميري ڪرپا ڪيني اُلٽ پرت ٻرڻائي."[1]

سڀني سنتن وانگر ميران به انهيءَ ڳالهه تي زور ڏنو آهي ته پرماتما مندرن، تيرٿن يا جهنگلن پهاڙن ۾ نٿو رهي. هو شرير جي اندر آهي ۽ اندر وڃڻ سان ئي ملي سگهجي ٿو. هوءَ چوي ٿي ته ستگرو ئي شرير جي اندر، اها آرسي پرگهٽ ڪري ٿو جنهن ۾ پريتم جي جهلڪ ڏسڻ ۾ ايندي آهي. ستگروءَ کانسواءِ ٻيو ڪوبه "گهٽ" اندر انهيءَ راز کي نٿو ڄاڻي. هوءَ چوي ٿي ته "منهنجي ستگروءَ منهنجي اندر جي آرسيءَ کي پرگهٽ ڪيو جنهن ۾ پريتم جي مورت ڏسڻ ۾ آئي. هينئر مان الهيءَ آنند ۾ مگن ٿي خوشيءَ وچان نچندي آهيان. منهنجو پريتم روپي پتي مونکي ملي ويو، مان سهاڳڻ ٿي ويس. ستگروءَ کان سواءِ ٻيو ڪير به اندر جو ڀيد نٿو ڄاڻي.

"ستگرو مکر دکايا گهٽ کا، ناچونگي دي دي چٽڪي،
ميرا سهاگ اب موکون درسا، اور نه جاني گهٽ کي."
(ميران سڌا سندو صفحو ٢٨٠)

---

[1] دريا صاحب مارواڙ واري جي باڻي صفحو ۴٣.

پنھنجي ھڪ گيت ۾ ميران چوي ٿي ته، ھوءَ پنھنجي پياري پريوءَ جي داسي بڻجي وئي آھي. ھينئر ھن کي ڪاشي وڃڻ جي ڪھڙي ضرورت آھي. گنگا ته ھن جي شرير ۾ آھي ۽ جمنا به ۽ شرير اندر ئي اَبناسي پريوءَ جو نواس آھي.

"مئن لو ھري چرڻن ڪي داسي،
اَب مئن ڪاھي ڪو جائون ڪاسي؛
گھٽ ھي ۾ گنگا، گھٽ ھي ۾ جمنا،
گھٽ گھٽ ھئي اوناسي."
(ميران سڌا سنڌو صفحو ۴۰۲)

دادو ديال جن به اھوئي فرمائين ٿا -
"دادو ڪيٿي دوڙي دوارڪا، ڪيٿي ڪاسي جانھ؛
ڪيٿي مترا ڪو چلي، صاحب گھٽ ھي مانھ."

اَھڙي طرح ڪبير صاحب فرمائين ٿا ته جنھن پريوءَ روپي اَلمول پدارٿ لاءِ ماڻھو تيرٿن ۽ سروورن ۾ ڀٽڪندا ڦرن ٿا، اھي مٺش جي شرير ۾ ئي موجود آھن.[1]

ڀلي شاھ جو ڪلام آھي ته ڪيئن پرماتما پنھنجي شرير اَندر ئي مليو آھي. ماڻھو اَجايو ھنجي کوج ۾ ٻاھر ڀڄي ڦري رھيا آھن.[2]

سڄڻ مٺش ديھه کي ھري مندر ۽ پريوءَ جو گھر چيو آھي. گرو نانڪ ديو جن فرمائين ٿا -
"ڪائتا محل مندر گھر ھري ڪا، تس مھه راکي جوت اَپار."[3]

---

۱. "جس ڪارن تٽ تيرٿ جاھين، رتن پدارٿ گھٽ ھي ماھين."
(ڪبير ساکي سنگرھ)
۲. "ٻلا نون شھ اَندر ئي مليا، ڀلي ڦري لوڪائي."
۳. شري آد گرنٿ صفحو ۱۲۵۶.

ساڳيءَ طرح ميران ٻه مڻش جي شرير کي گهر جو نالو ڏيندي پنهنجي پريو ميلاپ جي آنند جو ورنن ڪري ٿي، "هي سکي اڄ منهنجي آنند جو ڪو انت نه ڪونهي. ڇاڪاڻ مون پنهنجي پياري پريتم کي گهر ۾ ئي پاتو آهي. مون هنن کي ٻين ۾ ڳولهيو، ٻندراٻن ۾ ڳولهيو ۽ برج وغيره تارڪ استانن ۾ ڳولهيو پر هو نه مليو. شرير روپي محل جي ستين محل ۾ هڪ عجيب استان آهي، مون پريتم کي اتي پاتو.

"اڄ سکي موري آنند ڀيو،
گهر ۾ موهن لاڌو ري؛
بن جوئي، بندراٻن جوئي،
برج سب ڀاڳو ري؛
ستوين محل عجيب جهروکي،
واهي ٻي هري جي لاڌو ري."

(ميران سڌا سندو صفحو ٥٢٣)

شري گرو امرداس جن پنهنجي پد "ڪائيا ڪامڻ اتي سڄالهڙو پر وسي جس نالي" ۾ فرمايو آهي ته مڻش جي شرير ۾ انيڪ کنڊ برهمنڊ آهن انتري ڌڪو جو خود پرماتما پاڻ اُن ۾ نواس ڪري ٿو. لڳ ڀڳ ساڳيو واڪيو ميران پنهنجي هڪ گجراتي شبد ۾ ظاهر ڪندي چوي ٿي ته "هي سکي! اهو سمجهه ته تنهنجو شرير سمنڊ وانگر انيڪ خزانن سان ڀريو آهي. پنهنجي دل جو در کول ۽ اندر روحاني گيان جو ذخيرو پاءِ. هن ڪايا ۾ انيڪ ڦلواڙيون آهن، جن ۾ اندر آتما روپي مور سنگيت سان نچي رهيا آهن. هن ڪايا ۾ مانسروور آهي جنهن ۾ آتما روپي هنس آنند وٺي رهيا آهن. هن شرير ۾ هٽ يعني بازار آهي جنهن ۾ روحاني واپار ڪري اپار فائدا حاصل ٿين ٿا." ميران پنهنجي پريتم جا گڻ ڳائي ٿي ۽ پرارٿنا ڪري ٿي ته هي پريو مون کي سنتن جي چرڻن ۾ رهڻ جي بخشش ڪر.

تهي جاڳي تنهنجو سمنڊ سريکا، مارا وڏرا ري.
آ دل تو ڪولي ني ديوو ڪرو ري هوجي.

آ ري ڪايا مان چي واهڙو ري هوجي،
مانهي مور ڪري چي جهنگورا ري.

آ ري ڪايا مان چي سرووڙ ري هوجي،
مانهي هنس لو ڪري چي، ڪلولا ري.

آ ري ڪايا مان چي هانڙا ري هوجي،
تهي وڻج وپار ڪروني اپرنپارا ري.

بائي ميران ڪي پڀو گرڌر نا گڻ هوجي،
ديجو امدي سنت چرڻي واسرا ري.

(ميران سڌا سنڌو صفحو ٧٥٩)

ميران نام جي اهميت ۽ نام-ڀڳتيءَ جو ڪيترن ئي پدن ۾ ذڪر ڪيو آهي. سنتن انوسار نام ڪو لکڻ پڙهڻ يا ڳالهائڻ ۾ اچڻ وارو شبد يا لفظ ڪونهي. نام اها شڪتي آهي جنهن سڄي سرشٽيءَ ۽ ڪدن برهمنڊن جي رچنا ڪئي آهي ۽ جيڪو انهن سڀني کي سهارو ڏئي رهيو آهي. سنت چون ٿا ته نام ۽ پرماتما هڪ آهن. سنگرو پنهنجي شش جي آتما کي نام سان جوڙي ٿو ۽ نام ئي هن کي آتم گيان ۽ پرماتما جي گيان طرف وٺي وڃي ٿو. ميران انهيءَ روحاني نام ۽ انهيءَ جي اپار شڪتيءَ جو بيان ڪندي چوي ٿي "هي پرڀتم، مان ته تنهنجي نام ري موهت ٿي وئي آهيان. مون ٻڌو آهي ته نام جي ابياس سان (پنهنجن ڪرمن جي بوجهه سبب) پٿر وانگر ڀاري هوندي به جيو سنسار ساگر مان تري ويندو آهي..... هيءَ الم مهانم وارو نام مونکي گروءَ ڏنو آهي ۽ انهيءَ جي ذريعي مون تنهنجو وشواس حاصل ڪيو آهي، توکي سڃاتو آهي."

پيئا ٽيري نام لِياني هو،
نام ليت ترلا سٽيان، جنهي ٻاهن ٻاني.
نام مهاتم گرو ديو، پرڪيت ٻڌائي هو،
ميران داسي واولي،[1] اڀڻي ڪرڄاڻي هو،
(ميران پرهتپداولي صفحو ٩٣٩)

انهيءَ ٻاري ۾ ميران هڪ ٻئي پد ۾ چوي ٿي "نام جو گهرو، اڻ مٽندڙ رنگ مون تي چڙهي ويو آهي. مون انهيءَ امرت روپي وس جو پيالو پيتو آهي ۽ اندر وڃي ڇڪي آهيان..... مهنجو اهو نشو، ڪٿي ڪيترا ۽ اُپاءَ ڪجن ڪڏهن لهي لٿو سگهي. مون نام روپي نشو پيتو آهي. تنهن ڪري هيئنر سنسار جا رنگ مونکي ڦِڪا وڻن. ميران چوي ٿي ته هي پريو، تنهنجي نام سان سنسار جا سڀ ڪچا رنگ لهي وڃن ٿا.

"پيو ٿو رنگ ڏٺان[2] هي لاڳو هي مالا.
پيا پيالا امرت رس ڪا، چڙهه گئي گهوم گهمايا.
يو تو امل[3] مهارو ڪڏي[4] نه اُترئه، ڪوٽ ڪرئه نه اُپايا.
پيا پيالا نام ڪا ري، اؤر نه رنگ سهايا.
ميران ڪي پرڀو گرڌر ناگر، ڪاچو رنگ اُڙ جايا.
(ميران پرهمپداولي صفحو ٢٣٩)

گرو نانڪ ديو جن نام جي رنگ کي ڪڏهن نه لهڻ وارو "مجيٺي رنگ" ڪوٺيو آهي. هو فرمائين ٿا ته جيڪڏهن پنهنجي ديهه کي سچ ۾ رڱڻ چاهيو ٿا ته نام جو مجيٺي رنگ حاصل ڪريو. هن رنگ ۾ رڱڻ وارو انسان ايڏو سگهو جيڪڏهن رڱي ڇڏي ته پوءِ اهڙو رنگ ڪنهن ڏنو ۽ ڪونه هوندو.

---

١. لوهاڻي. ٢. گهرو، پڪو ٣. نشو ٤. ڪڏهن به.

”ڪائيا رنگڻ جي ٿيئي پيارِي، پائيئي ناءُ مجيٺ.
رنگڻ والا جي رنگئه صاحب، اُئسا رنگ نه ڏيٺ.“
(شري آد گرنٿ صفحو ٧٢٢)

”سڌ گوسٽ“ ۾ گرو نانڪ صاحب جن فرمائين ٿا ته جيڪو انسان نام ۾ لين ٿي وڃي ٿو، اهو انهيءَ رس ۾ هميشه مست رهي ٿو ۽ سچي سک کي حاصل ڪري ٿو.[1] ڪبير صاحب نام روپي نشي جو ورڻن ڪندي فرمائين ٿا، ”نام اَمل ماتا رهي، پيئا اَمي رس سار“ ميران به نام روپي رس جي آنند جو بيان ڪندي چوي ٿي -

”مَن اَملي هري نام ڪا مهاني باهڙ[2] آوي،
اؤر اَمل ڪئي ڪام ڪو، چڙهن[3] اُتر جاوي.“
(ميران سڌا سنڌو صفحو ٨٧٣)

صرف ستگرو نام جو اهو درلڀ پرساد ڏيئي سگهي ٿو جيڪو ميران جي لفظن ۾ آتما جو سچو ۽ اَصلي ڌن آهي، جنهن کي نه چور چورائي سگهي ٿو ۽ جيڪو خرچ ڪرڻ سان نه کٽي. يا گهٽجي ٿو بلڪ هرروز وڌندو ٿي رهي ٿو.

”پايو جي مَن نے نام رتن ڌن پايو،
بستو اَمولڪ دي ميري ستگرو، ڪرپا ڪر اَپنايو،
خرچ نهين ڪوءِ چور نه ليوي، دن دن بڙهت سوايو.“
(ميران بائيءَ جي شبداولي صفحو ٢٤)

هيءُ نام منش جي شرير ۾ هڪ دويه ڌنيءَ جي روپ ۾ ظاهر ٿيندو آهي. سنتن انهيءَ کي نام، شبد، باڻي، ڌن وغيره چئي ورڻن ڪيو آهي. اهو بائيبل جو ”ورڊ“ ۽ قرآن

١. نامي راتي اَن دن ماتي نامه لي سک هوئي.
(شري آد گرنٿ محلا ١، صفحو ٩٤٦)
٢. نشي جون لهرون ٣. چڙهي.

شريف جو ”ڪن“ ۽ ڪلمو ۽ ويدن شاسترن جو ”ناد“ ۽ آڪاش واڻي آهي. ميران انهيءَ ”دويہ - سنگيت“ يا شبد جو ذڪر پنهنجن ڪيترن ئي پدن ۾ ڪيو آهي. هوءَ چوي ٿي ستگروءَ منهنجي اندر اهو شبد پرگهٽ ڪري ڇڏيو آهي، جنهنجي مان انس آهيان[1] ۽ منهنجو ڌيان هنجي ڌنيءَ ۾ لڳي ويو آهي.

”ستگرو سبد لکايا اسري، ڌيان لڳايا ڌن ۾.“
(ميران سڌا سندو صفحو ٨٤٢)

اهڙيءَ طرح هوءَ چوي ٿي تہ مان تہ پيڪن ۾ رهندي آهيان نہ ساهرن ۾، مان تہ پنهنجي ستگروءَ جي بخشيش ڪيل شبد ۾ واس ڪندي آهيان.[2]

”پيهر بسون نہ بسون ساس گهر، ستگرو سبد سنگالي.“
(ميران بائيءَ جي شبداولي صفحو ٩)

جڏهن جگياسوءَ جي آتما کي ستگرو اندر شبد جي ڌنيءَ سان جوڙي ٿو تڏهن آواگون جا سڀ دک ختم ٿي وڃن ٿا. ميران چوي ٿي تہ اڳين جنمن جي پڃن سبب منهنجو ستگروءَ سان ميلاپ ٿيو آهي. منهنجو ستگرو انتريامي آهي. هن مون کي انهيءَ لڱ شبد کي ٻڌڻ لائق بڻايو ۽ منهنجي جنم مرڻ

---

١. آتما پرماتما جي انس آهي ۽ سنتن موجب شبد ۽ پرماتما ٻئي هڪ آهن. ڪبير صاحب فرمائين ٿا، ”ڪهہ ڪبير لڱہ شبد ڪو پرکہ لي، سبد هي آپ ڪرتار پائي.“
(گيان گدڙي اوڙ ريختي صفحو ٢٤)

٢. ڪبير صاحب جن فرمائين ٿا تہ جڏهن مون کي پورن گرو مليو تہ هن منهنجي سرت يعني آتما کي شبد ۾ ملايو.
”ڪهہ ڪبير ملہ گرو پورن، سبد ۾ سرت ملائي.“
(ڪبير صاحب جي شبداولي ڀاڱو ٢، صفحو ٥٨)

جو ڏکڻ دوڙ ڪري چڙهيو.[1]

"ستگرو سامي انترجامي، وو پورڻ پن ملايو،
جنم مرڻ ڪا سانسا ميٽيا، وو ترڪڻ سبد سڻايو."

(ميران ٻائي جو جيون ورت صفحو ١٣١)

اهڙي طرح هن پنهنجي پريو گرڌر ناگر کي شبد جي ساگر ۾ سمائجي، حاصل ڪيو آهي.

"ميران ڪي پريو گرڌر ناگر سبد سرووَر ڌسي."

(ميران سڌا سنڌو صفحو ٣٩٩)

شبد جي اها "دويہ ڌني" منش جي شرير ۾ لڳاتار گونجي رهي آهي. شبد جون ٻه خاصيتون آهن- پرڪاش ۽ ڌن. ميران انهن جو چڱيءَ طرح اشارو ڪري ٿي "گونجي رهيو آهي، گونجي رهيو آهي، تنهن جي شرير ۾ گهڙيال گونجي رهيو آهي. تنهنجي شرير ۾ ڏهه دروازا آهن، جتي سدا نغاري جو آواز گونجي رهيو آهي. هن ڪايا ۾ جوت ٻري رهي آهي ۽ انجي لاءِ جون ڌارائون گونجي رهيون آهن.[2]

---

١. انهيءَ ڀاو کي ڪبير صاحب هن طرح ظاهر ڪيو آهي-

"ستگرو شبد ٻچار ائي لو جگ جگ جيجئہ."

(ڪبير صاحب جي شبداولي ڀاڱو ٢، صفحو ٨٦)

٢. اندروني منڊلن ۾ شبد جي آواز ۽ روشنيءَ طرف اشارو ڪندي پلٽو صاحب جن فرمائين ٿا-

"اُلٽا ڪُوا گگن ۾ تس ۾ جرئہ چراغ،
تسمہ ايڪ آواز چراغ ڪي جوتهن ماهين،
گيان سماڌي سُني اؤر ڪوئي سنتا ناهين."

(پلٽو صاحب جي ٻاڻي ڀاڱو ١، صفحو ٦٧)

"واڳي ڇي ري واڳي ٿي، ٽاري ڪايا مان گهڙيال واڳي ٿي.
آري ڪا نا دش دروازا، نيتن ڀي نوبت ڳاجي ٿي.
آري ڪايا مان جوت جلي ٿي، ٻيج نا ٻيئڪار واڳي ٿي."
(ميران سڌا سنڌو صفحو ٧٥٠)

ڌرتيءَ ۾ هر هلائڻ، کيتي ڪرڻ ۽ ٻج وجهڻ[1] جي مثال ذريعي ميران نام جي اڀياس، نام جي پرڪاش ۽ آواز جو ورڻن ڪري ٿي ۽ ٻڌائي ٿي ته شرير ۾ نام کٽي حاصل ٿيندو. هوءَ چوي ٿي ته منهنجي رام نام روپي ڌن جي کيتي آهي ۽ اهڙي کيتي ڪندي منهنجي آتما پريوءَ ۾ ليِن رهي ٿي.

"رام نام ڌن کيتي ميري سرتان پريو ۾ رتي."

اُتر پرديش ۾ گنگا ۽ جمنا جي وچ واري زمين نهايت

---

١. ڪبير صاحب جن به نام جي اڀياس جي ڀيٽ کيتيءَ سان ڪندي فرمائين ٿا –
"سمرن ڪا هل جوتيئي، ٻيجا نام جمائه،
کنڊ برهمنڊ سوکا پڙي، تهون نه نسفل جائه."
(ڪبير ساکي سنگرهه صفحو ٩٢)

سري گرو نانڪ ديو جن فرمائين ٿا ته من کي هر بڻايو، ڪرڻي يعني اُچ آچر رهڻيءَ کي ڪرم- کيتي بڻايو، محنت يعني اڀياس روپي جل سان رهج ڏيئي، نام روپي ٻج پوکيو ۽ سنتوک (شانتي) روپي رنبو هلايو. پريم سان اهڙي طرح کيتي ڪرڻ سان نام روپي ٻج مان سلا نڪري ٿي ڦل ڏيندا.
"من هالي، ڪرساڻي ڪرڻي، سرم پاڻي، تن کيت،
نام بيج، سنتوک سهاگا، رک غريبي ويس،
ڀاءُ ڪرم ڪر جمسي، سي گهر ڀاڳ ديک."
(شري آد گرنٿ محلا ١، صفحو ٥٩٥)

ترسنڌ جهڙي وهندي آهي. گنگا ۽ جمنا جي وچ واريءَ جڳهه
جو، ٻنهي اکين جي وچ واري مرڪز طرف اشارو ڪندي
مهران چوي ٿي ته هيءَ جڳهه نام روپي اَجَ نُور ڪُڻ لاءِ اَلم آهي.
ٻئي نديون، اکين جي مرڪز کان مٿي وهڻ وارا کاٻي ۽ ساڄي
پاسي جا رستا آهن. انهن ٻنهي رستن جي وچ ۾ يعني ٻنهي
اکين جي وچ ۾ اَپاسيءَ کي ٻههڄور ڌيان اڪاگر ڪرڻو
پوندو آهي. مهران چوي ٿي -

”اِڪ سال مڌي کيتي پائي، گنگا جمنا رلتي،
رام نام کا بيج پڙا هئ، نپجت هيرا موتي.“

منش جي شرير ۾ آتما (يا مهران جي لفظن ۾ هنس) جو
مرڪز اکين جي پٺيان، ٽيون تل يا ٽيون نيتر آهي. شرير جا
نوَ دوار خالي ڪري آتما جڏهن انهيءَ مرڪز تي اچي ٿي
ته هوءَ هڪ صاف نيز پرڪاش ڏسي ٿي جنهنکي مهران هن
پد ۾ جوت چيو آهي -

”پرڪٽي منڊل ۾ هنس براجي وهان درسي اِڪ جوتي.“

انهيءَ جڳهه تي پهچي، آتما شبد سان جڙي ٿي. سرت
(آتما جي ٻڌڻ جي شڪتي) ۽ نرت (آتما جي ڏسڻ جي
شڪتي) جي سهاري آتما هن جڳهه کان مٿين منڊلن جي سفر
لاءِ وڃي ٿي. کيتيءَ جي مثال جي سلسلي کي جاري رکندي
مهران چوي ٿي ته آتما جي ٻڌڻ ۽ ڏسڻ جون شڪتيون ٻه
ٻچا آهن، جن کي جوٽي کيتي ڪري رهي آهي. انهيءَ
جو تاتپرج اهو آهي ته اکين جي مرڪز تي اچڻ بعد آتما
سرت ۽ نرت ذريعي شبد جي ڌن ۽ پرڪاش جو رس جڏهن
چاهي تڏهن وٺي سگهي ٿي.

”سرت نرت کا ٻئل ٻنايا جب چاهون جب جوتي.“

اکين جي مرڪز تي اچڻ ۽ شبد ڌن ۽ جوت سان جڙڻ

بعد ۾ اڀياسيءَ جي هردي ۾ پريوءَ لاءِ سچو پريم جاڳي ٿو،
پد جي پهاڙيءَ ۾ ميران چوي ٿي ته اهڙي اوستا حاصل ڪرڻ
بعد ۾ هنجي هردي ۾ هريءَ جي چرڻن جي پريت پيدا ٿي.

"ميران ڪي پريو گرڌر ناگر، هري ڪي چرڻ پر پريتي"
(ميران سڌا سنڌو صفحو ٨٧٥)

جيئن ته اڳ ۾ ٻڌايو ويو آهي، آتما جي نج ڌام ڏانهن ياترا
۾ گروءَ جي ڪافي اهميت آهي. ستنام جي بخشش ڏيندي
هو پنهنجي شش کي آلک اڀياس جو طريقو سکيار ڪندو آهي
۽ اندر شبد سان جوڙيندو آهي. جڏهن شش اکين جي مرڪز
تي پهچي پنهنجي اندرين ياترا شروع ڪندو آهي تڏهن
الي گرو پنهنجو نوري سروپ يعني شبد سروپ ۾ هن جي
رهنمائي ڪندو آهي ۽ هن کي جدا جدا منزلون پار ڪرائيندو
ست لوڪ يا پريوءَ جي ڌام ۾ پهچائيندو آهي. نام دان کي
سنتن، شش جي آتما جو گروءَ جي گهر ۾ نئون جنم ٻيو آهي.
ميران انهيءَ وچار کي هڪ پارلواسي پتا ۽ ڌيءَ جي روپ
۾ ظاهر ڪري ٿي. جنم بعد ڪنيا کي هنجو پتا پالي-نپائي،
پڙهائي-لکائي ۽ ساهرن ۾ هڪ سٺي پتنيءَ بڻائڻ جي قابل
ڪري ٿو. پتا ئي ڌيءَ لاءِ لائق ور ڳولهي، هنجي شادي
ڪرائي ٿو. سنت مت ۾ پتا وانگر ئي گرو پنهنجي شش
جي آتما جي سار سنڀال ڪري ٿو، هن جي مدد ۽ رهنمائي
ڪري ٿو ۽ آخر ستگرو ئي آتما جي اصلي پتيءَ پرماتما سان
وصال ڪرائي ٿو. ميران چوي ٿي ته سنت ئي سندس پيڪا
آهن يعني ستگرو ئي هنجو پتا آهي ۽ هن جا ساهرا يعني
پتيءَ جو گهر ست لوڪ آهي.

"ساسريو ست لوڪ ۾، پيهر لو ساڌان مانيه."

ميران اڳتي چوي ٿي ته پنهنجي پياري پريوءَ کانسواءِ
هوءَ رهي نٿي سگهي ۽ گروءَ بنا هوءَ سنسار ساگر مان ٽري،

هري ۽ وٺ ڀڄي ٿي سگهي.

”هري ٻن رهيو نه جائي، گران ٻن ٿريو نه جائي.“

(ميران سڌا سنڌو صفحو ١٩٦)

اوڀر ۽ اولهه جي سڀني سنت مهاتمائن جو چوڻ آهي ته مَنش کي پنهنجن ڪرمن جو ڦل ڀوڳڻو پوي ٿو، چاهي اُهي ڪرم سٺا هجن يا خراب. وڌاتا جو اهو ئي قاعدو آهي ته جيڪي پوکيو سو ئي لڻبو. جيو کي پنهنجن ڪرمن جو ڦل ڀوڳڻ لاءِ بار بار جنم وٺڻو پوي ٿو ۽ هڪجا سٺا ڪرم ٻه هڪڪي اوترو ئي ٻڌن ۾ وجهن ٿا، جيترا خراب. انهيءَ ڪرم ۽ ڪارڻ جي قاعدي کي، ”ڪرم-سڌانت“ چئجي ٿو. اهو اٽل آهي ۽ سموري رچنا انهيءَ جي تابع آهي. ميران پنهنجن پدن ۾ ڪرمن جي سڌانت جو ذڪر ڪري ٿي ته هن سنسار ۾ سڀ سڳا مٽ مائٽ صرف اُڳين ڪرمن سبب گڏ ٿين ٿا يعني ڪل ڪٽنب وغيره جا ٻڌن بي معنيٰ آهن. اُسين سنسار ۾ ڏسون ٿا ته هڪ ئي ماءُ جي ٻن پٽن جي اَلڳ اَلڳ ڪرمن هئڻ سبب سندن زندگي هڪ ٻئي کان نياري هوندي آهي. هڪ سنگهاسن تي ويٺو آهي ۽ ٻيو هر هلائي پنهنجو پيٽ پاليندو آهي.... هن جڳت ۾ اُساڻو سڄو ميل ميلاپ ڪرمن سبب آهي، دراصل اَسان جو هن سنسار ۾ ڪير نه ڪونهي.

راڻا جي، ڪرمان رو سنگاتي،[1] ڪل ۾ ڪوئي نهين،
ايڪ تو ماتا را ڏوڙي، ڏوڙي ٻاڪرا،[2]
جياڪي نياري نياري ڀانت،
واکي نياري نياري ڪرمان ري ريک، جڳ ۾ ڪوئي نهين،
ايڪ تو راجا جي ري گدي بيٺيا،
ڏوجو هل ر بنڊل ڀرتو پيٽ[3] راڻا جي......

(ميران ور هتپداولي صفحو ٢٣٦)

---

١. ساٿي. ٢. پٽ. ٣. هر ۾ ٻڍا جوٽي گذارو ڪري ٿو.

هڪ ٻئي نندي گيت ۾ ميران 'ڪرم ۽ سدائت' سمجهائيندي چوي ٿي ته هن سنسار ۾ جيون ٿوري وقت لاءِ آهي، تنهن ڪري سنسار جي جنجالن ۾ ڇو ڦاسجي؟ ماتا پتا ته جنم ڏنو آهي، پر سرشٽيءَ جي رچيندڙ، ڪرمن جي ٻنڌنن ۾ اسان کي ٻڌي ڇڏيو آهي. جيترا به اسين سک ماڻيون ٿا، خرچ ڪريون ٿا ۽ پراپت ڪريون ٿا، انهن سڀني جو ڦل اسان کي ملندو. جيڪي ڪجهه اسين ڏيون ٿا يا وٺون ٿا، انهن جو حساب ٿي اسان سان گڏ هلندو. انهيءَ کان سواءِ سنسار جو ٻيو ڪجهه پدارٿ گڏ نه هلندو. ميران چوي ٿي ته هيءَ ٿي اسان لاءِ پرڀوءَ جي ڀڳتيءَ ڪرڻ جو موقعو آهي ۽ ڀڳتيءَ سان ٿي اسين ڀوساگر کي پار ڪري سگهنداسين.

”جڳ ۾ جيئڻا ٿورڙا رام ڪڻ ڪري ري جنجار.
ماتا پتا تو جنم ديئو هئي، ڪرم ديئو ڪرتار،
ڪنٽري کائيو ڪنٽري خرچيو، ڪنٽري ڪيو اپڪار،
ديا ليا تيري سنگ چليگا، اؤر نهين تيري لار،
ميران ڪي پرڀو گرڌر ناگر لاج اُڌرو ڀو پار.“

(ميران سڌا سنڌو صفحو ٧٤٨)

(٩)

مَن ۽ مايا ۾ مالما پراپتيءَ جي مارگ ۾ ٻه زبردست رڪاوٽون آهن. من جو لاڙو سنسار جي پدارٿن ۽ وشين ڀوڳن طرف آهي ۽ هو انهن جي پٺيان ڊوڙندو رهي ٿو. هو ڪڏهن به ايڪاگر ٿي نٿو وهي، هميشه ڪجهه نه ڪجهه سوچيندو رهي ٿو، هميشه سنساري پدارٿن ۽ شڪلين جي سوچ ويچار ۾ رهي ٿو. هو پنهنجي ڀٽڪڻ ۽ ايڪاگر نه ٿيڻ جي عادت تڏهن ڇڏيندو، جڏهن هن کي سنسار جي ٻين ڀي ٻيا شڪل کان وڌيڪ اتم سک ۽ ابناسي آنند حاصل ٿيندو. اهڙو آنند نام يا شبد جي ”ڌون ڌنيءَ“ کي ٻڌڻ ۽ اندر انهيءَ سان جڙڻ

سان ئي حاصل ٿي سگهندو آهي.[1] ميران چوي ٿي ته سندس مٿان جيڪو جنمن کان آلمڪ آنند ۽ پريوءَ جي طرف سمهيل آهي ستگروءَ جي ڏنل شبد کي ٻڌي، جاڳي اٿيو.

”جنم جنم ڪا سويا منوا، ستگرو شبد سُن جانا.“

(ميران سڌا سندو صفحو ۸۴۱)

ميران من جي هٺيلي ۽ چنچل سڀاءَ جي هڪ مست چنچل هاٿيءَ جي سڀاءَ سان ڀيٽ ڪندي ستگروءَ کي پرارٿنا ڪري ٿي ته هو پنهنجو هٿ انڪش وانگر سندس مٿي تي رکي جيئن هوءَ من کي وس ۾ ڪري سگهي.[2]

”هو من ميرو ٻڙو حرامي، جيون مدمالو هاٿي،
ستگرو هاٿ ڌرڻ سر اوپر، انڪس دِڻ سمجهاتي.“

---

۱. شري گرو ارجن ديو جن فرمائين ٿا-

”اسام رنگ لاھ من ٿرپتانا، ٻهر نه ڪتهون ڌاوڻ ري.“

۲. شري گرو نانڪ ديو جن فرمائين ٿا ته من هاٿيءَ وانگر ڪايا روپي باغ ۾ چنچل ٿي ڀٽڪي رهيو آهي. گروءَ کان مليل سچي شبد روپي انڪش سان اُنهيءَ کي وس ۾ ڪري سگهجي ٿو.

”من ڪنچرو ڪائنا اُدنائو، گرو انڪس سچ سبد نيسانڻ.“

(شري آد گرنٿ گئوڙي م ۱ صفحو ۲۲۱)

شري گرو رامداس جن فرمائين ٿا ته من هر پل ۾ ڪيترن ئي قسمن جي ڀرمن ڀليان ٻاهر ڊوڙي ٿو. هو نج گهر يعني اکين جي مرڪز ۾ ايڪاگر ٿي ٽڪو وهي. گرو سندس مستڪ تي شبد روپي انڪش رکي، هنکي اُنهيءَ مرڪز (گهر) جو واسي بڻائي ٿو.

”من کن کن ڀرم ڀرم بهه ڌاوئي، تل گهر نهين واسا پائيئي،
گر انکس سبد دارو سر ڌارئو، گهر مندر آڻ وسائيئي.“

(شري آد گرنٿ بسنت م ۴، صفحو ۱۱۷۹)

جيئن ڪان لڳاتار مِن وشين وڪارن جي سڪ ۾ مست رهي ۽ سنسار جي پدارٿن جي موهه جار ۾ ڦاسي، پنهنجي مٿان گندگيءَ جا ٿهه چاڙهي ڇڏيا آهن. ميران چوي ٿي ته گرو هڪ ماهر ڌوٻي آهي، جيڪو مَن جي سيني گندگين کي ڌوئي ٿو.[1] پرماتما جي سمرن روپي صابڻ ۽ پريت روپي پاڻيءَ سان گرو پنهنجي شش جي مَن کي ڌوئي ٿو. اهڙي طرح صاف ٿيڻ بعد سيل وغيره گڻن کي حاصل ڪري من نرمل ٿي وڃي ٿو ۽ وري ڪڏهن به گندو نٿو ٿئي.

"ڌوٻيان نه مٿلا هوئي، هرجن ڌوٻيان من ڌوئي!
سرت صابو پريت جل سي ڪميان شيل سنجوئي!
اسي ڌووت ڌوئي ڌوبيا، ڦير نا مٿلا هوئي."

(ميران سڌا سندو صفحو ٧٥٠)

مايا ۽ اُنهيءَ سان گڏ ترشنا ۽ آپياسيءَ جي روحاني مارگ ۾ ڪافي رڪاوٽون آهن. هڪ هندستاني نوورنيءَ جي روپ ۾ ميران، پرماتما جي ميلاپ جي مارگ ۾ ايندڙ انهن رڪاوٽن جو ذڪر ڪري ٿي. نوورني پنهنجي پتيءَ سان ملڻ لاءِ وڃڻ چاهي ٿي پر ميران جي وقت جي رِيت رواج موجب هڪ ي

---

١. سوامي جي مهاراج (سوامي شوديالسنگهه) جن به گروءَ کي من ۽ آتما کي ڌوئڻ وارو ڌوٻي چون ٿا-

"چُنر ميري مئلي ڀئي اب ڪا پهه جاڱون ڌلان."

(سار بچن ڇند بند صفحو ٢٣٢)

"ڌوبيا گرو سم اؤر نه ڪوئي، چدريا سوئي سرت جوئي."

(سار بچن ڇند بند صفحو ٣٢٨)

ڪبير صاحب جن فرمائين ٿا-

"گرو ڌوٻي سڪ ڪاپڙا، صابن سرجنهار،
سرت سِلا پر ڌوئيي، نڪسئه رنگ اپار."

(ڪبير ساکي سنگرهه صفحو ١٤٨)

پنهنجي پتنيءَ جي ڪمري ۾ اڪيلو ۽ ٻنهي ڪنهن کي معلوم ٿيڻ جي وڃڻو آهي. پر هن جي رستي ۾ ٻه رڪاوٽون آهن پهريون هن جي سس (مايا) جيڪا ڪڏ ني سمهي پئي آهي ۽ ٻي آهي هن جي نڻان (ترشنا) جيڪا اڃا به سمهي پئي آهي. پنهنجي پتنيءَ جي ڪمري ۾ وڃڻ جو رستو اڱڻ (منش شرير) ۽ ڪڏ (اکين جو مرڪز يا ٽيون تل) ڪان وڃي ٿو.

"ساسو سوڙي پرسال نند چوبارا،
مهارا پيو جي محل ري مانه جگايه ليجو ري."

ميران جي لفظن ۾ نوورتيءَ کي ستگرو ساهيڙي صلاح ڏني ته هي پرماتما جي پياري پتني، توکي پنهنجي پريتم کي جاڳائڻ ئي گهرجي.

"هر کي پياري ري، ٿي تارا پسو ٿي جگايه ليجو ري."

پد جي پڇاڙيءَ ۾ ميران چوي ٿي ته هي ڀرمن ۾ سمهيل انسان جاڳ، مان ته جاڳي ڪري پنهنجي پريتم وٽ هلي وئس ۽ منهنجا سڀ ڀرم دور ٿي ويا.

"ڪيسوي ميران داس سوڻا نسر جاڳو،
مهين تو گما ري سانوريا ري لار، ڀرم سڀي ڀاڳو."
(ميران سڌا سنڌو صفحو ٧٦٨-٦٩)

ستن هميشه ستسنگ جي مهما ڳائي آهي. اندر روحاني منڊلن ۾ وڃڻ واري ۽ پرماتما سان ميلاپ ڪرڻ واري مهاتما جي سنگت کي ئي سچو ستسنگ چون ٿا. هميشه ٻاهر ڀٽڪندڙ من ستسنگ ذريعي ئي وس ۾ اچي ٿو ۽ آهستي آهستي پرماتما جي رنگ ۾ رنگجي وڃي ٿو. پنهنجي هڪ گجرالي پد ۾ ميران فرمائي ٿي "اڄ مونکي ستن جو سنگ مليو آهي. مون لاءِ اها نهايت خوشقسمتيءَ جي ڳالهه آهي. ستن جو سنگ هميشه ڪرڻ گهرجي ڇاڪاڻ ته سندن سنگت

٥٦

۽ پرماتما جي پريم جو رنگ چوڻون چڙهي ٿو. ساڌڪ لاءِ ممڪن جي صحبت ڪڏهن به نه ڪرڻ گهرجي ڇاڪاڻ ته اهي سان روحاني اڀياس ۾ رڪاوٽ پوي ٿي. سنتن جي چرڻن ۾ اٺهٺ تيرٿن جو ڦل ملي ٿو، انهن جا چرڻ ڪروڙين ڪاشين ۽ ڪروڙين گنگائن کان به وڌيڪ پوتر آهن..... ميران فرمائي ٿي ته هن منهنجي پريوءَ جي ڳڻن جو گيان سنتن جي سنگت مان ئي حاصل ڪيو آهي ۽ هوءَ هميشه سنتن جي چرڻ-ڪنولن جي ڌوڙ چاهي ٿي.

"آج ماري ساڌو جنو سنگ ري، مارا ڀاڳيه ڀليان ري؛
ساڌو جنو سنگ ڪرتان جي، چڙي ڇي چوڳڻو رنگ؛
ساڪت جنو سنگ نه ڪرتان جي، پاڙي ڀجن مان ڀنگ ري؛
اڙسٺ تيرٿ سنتو ني چرڻي جي،
ڪوٽ ڪاشي، ڪوٽ گنگ ري."
(ميران سڌا سنڌو صفحو ٧٥٩)

هڪ ٻئي گيت ۾ ميران چوي ٿي ته هي منش، تون ستسنگ جي رس کي حاصل ڪر، تون ستسنگ جي رس کي چک، صرف ان گهڙين جي ستسنگ سان مڪتي ملي سگهي ٿي. ويد ۽ ڌارمڪ گرنٿ اهيءَ جي ساکي ڏين ٿا.

"ستسنگ نو رس چاک پراڻي، تون تو ستسنگ نو رس چاک؛
ستسنگ ٿي ٻي گهڙي مان مڪتي، ويد پري ڇي ساک."
(ميران سڌا سنڌو صفحو ٧٧٢)

خود ستسنگ جي گهري رنگ ۾ رنگيل ميران آنند سان ڳائيندي چوي ٿي "سنت ئي مونکي پيارا آهن. هو ئي منهنجا پنهنجا آهن، مان سنتن جي آهيان ۽ سنت ئي منهنجو جيون ۽ پراڻ آهن. ميران سنتن جي سنگت ۾ اهڙي طرح سمائجي ويئي آهي، جهڙي طرح مکڻ ۾ گيهه سمايل هوندو آهي.

"ساڌو هماري هم ساڌن کي، ساڌو هماري جيءُ،
ساڌن ميران مل رهي، جيئن ماکڻ ۾ گيهه."
(ميران سڌا سنڌو صفحو ٣٨٦)

سيني سنتن - مهاتمائن جو اندريون روحاني انڀو ساڳيو هوندو آهي، چاهي هو اوڀر جا هجن يا اولهه جا. نامديو، ڪبير، پلٽو ۽ ٻين سنتن وانگر ميران به ڪجهه پدن ۾ پنهنجن اندرين روحاني انڀون جو ذڪر ڪري ٿي. هوءَ چوي ٿي "هي سکي، آڪاش منڊل روحاني سنگيت جي ڌنيءَ سان گونججي رهيو آهي. اي منهنجي آتما! ٻڌ جهانجهن واري جهنڪار ڪئي پئي. "سن شکر"[1] (چوٽي) تي جوت جڳمڳائي رهي آهي. اي منهنجي آتما، اها جوت بنا وٽ ۽ بنا تيل، هميشه ٻري رهي آهي."

"گگن منڊل ۾ باجا بجيا اي، هي مهاري سرتا، بن جهالر جهڻڪار ۽
سرون شکر[2] ڏيولو جڳيا اي، هي مهاري سرتا، بن باتي بن تيل."
(ميران سڌا سنڌو صفحو ٧٥٦)

ٻين سنتن به لڳ ڀڳ ساڳي طرح پنهنجن اندرين انڀون جو ورنن ڪيو آهي. منش شرير ۾ مستڪ جي مٿين حصي کي "اُتو ڪوهه" جو نالو ڏيندي پلٽو صاحب جن فرمائين ٿا ته اتي بنا وٽ ۽ بنا تيل جي هميشه ڏيئو ٻري رهيو آهي.[3] اندرين جوت ۽ شبد جو ورنن ڪندي ڪبير صاحب جن فرمائين ٿا ته اندرين منڊلن جو ڀيد ڪو انڀوي ساڌو ئي

---

١. آتما جي اندرين منڊلن جي ياترا ۾ ٽيون منزل.
٢. سن جي چوٽي.
٣. "الٽا ڪوئا گگن ۾، تس ۾ جرئي چراغ ۽
تس ۾ جرئي چراغ، بنا روغن بن باتي ۽
ڇهه رتو بارهه ماس، رهت جرئي دن راتي."
(پلٽو صاحب جي باڻي ڀاڱو ١، صفحو ٦٧)

جاڳي ٿو. اُتي بنا بادل جي ٻجلي چمڪي ٿي، بنا سج جي پرڪاش ٿي رهيو آهي ۽ بنا ڪنهن ساز ۽ سُر جي شبد جي ڌن گونجي رهي آهي[1].

اَندر جي منڊلن جي روحاني آنند جو ورڻن ڪندي ميران چوي ٿي تہ ڀنور غفا ۾ ڀنؤرا (يعني آتمائون) آتما سان روحاني ڳالهين لئي اُڏامي رهيا آهن. اُهي گل جن جي خوشبوءِ جي رس ۾ ڀنؤرا ليـن آهن، ڀنور غفا ۾ استري روپي آتمائون خوشيءَ وچان جهُولي رهيون آهن. اُهي استريون جن پنهنجن تنن جي 'گهٽ' يعني شرير ۾ گيان جو ڏيئو جلايو آهي. منهنجا ٻئي نيتر سڀ ڪجهه وساري پنهنجي پريتم کي ڏسي رهيا آهن. لڳاتار ٽڪٽڪي سڀ اينڊڙ ٿنه يعني ٿڪ ختم ٿي ويو آهي ۽ منهنجو پريتم مون سان سڌي طرح ڳالهائي رهيو آهي.

ڀنور غفا کي مانهه ڀنورا ڀنوريا،
چنبيلي مهڪ، مهڪ آوي باس، ڀنور رنگ ڀيڃڙا.
ڀنور غفا کي مانهه ناريان جهولي،
جياڻري پاليچ لت گهٽ مانهه، دوالو سجويو.
مگن هويا دڙ نٽڪ ٽهيا ٻهل ڪولي،
ٽڪٽ اُڙ ڳئي نيند ٽيپيا منڌي ٻولي.
(ميران سڌا سنڌو صفحو ٧٦٨-٦٧)

گهڻو ڪري ميران جي سڀني ڀڄن ۾ پريم ۽ ورهه جي ڌارا وهي رهي آهي. هن جو جيون پنهنجي پياري سنگر وهه

---

١. محرم هوئي سو جاڻئي ساڌو، اَئسا ديس همارا.
بن بادل جهه بجري چمڪئي، بن سورج اُجيارا.
بنا سيپ جهه موتي اُپجئي، بن سُر سبد اُچارا.
(ڪبير صاحب جي شبداولي صفحو ٥٩)
ديپڪ ديکا غيب کا، بن باتي بن تيل.
(ڪبير صاحب جي شبداولي صفحو ١١٢)

۽ پرماتما جي وڇوڙي جي ڏک جي هڪ وڏي ڪٿا آهي.
ميران اَنوسار اِها پريت ۽ برهه هڪڙي پنهنجي سنگروءَ وٽان
پرساد جي روپ ۾ مليا آهن. هوءَ چوي ٿي تہ ”منهنجي
سنگروءَ مون کي اِلاهي عشق جي اُنهيءَ تير سان ماريو آهي
جيڪو برهه سان ڀريل آهي.“

”پماري ري بانا ميري سنگرو برهہ لڳايہ ڪي.“
(ميران برهت پداولي صفحو ١٦١)

پريو پراپتيءَ جي مارگ ۾ ٻهران پريم اچي ٿو ۽ اُنهيءَ جي
پٺيان اچي ٿي ورهه جي پيڙا ۽ ڏک. ورهه جي پيڙا ۽ پريتم
سان ملڻ جي وياڪلتا ٿي پريو پريم کي وڌائي ۽ پڪو ڪري
ٿي. ميران چوي ٿي تہ پنهنجي ورهه جي لڙڪن سان پاڻي
ڏيئي ٿي هن پريم روپي وَل کي وڌايو آهي ۽ اُها وَل ڦهلجي
هن جي تن من ۽ پرانن ۾ ڇانئجي ويئي آهي. پنهنجي هڪ
مشهور پد ۾ هوءَ چوي ٿي:-

”آنسون جل سينچ سينچ، پريم بيل بوئي،
اَب تو بيل ڦئل گئي، آنند ڦل هوئي.“
(ميران سڌا سنڌو صفحو ٣٥٠)

ميران جا پريو ميلاپ جا گيت مڌر ڀاونائن سان ڀريل آهن.
اُنهن جي گهرائي ۽ گنڀيرتا، ميران جي ڀڳتيءَ جي ڪوملتا
سڀ ڄاڻ وڌيڪ من کي موهيندڙ بڻي لڳي. هڪ پد ۾
ميران برسالي موسم ۾ قدرت جي سرسبز ٿيڻ ۽ سڪل درياهن
جي ڀرجڻ جو مثال ڏيئي پريو ميلاپ جي ٻاري ۾ پنهنجي
آنند جو ورڻن ڪندي چوي ٿي، برسات هميشہ ڪيتري نہ
وسندي رهي، مولکي چنتا ڪانهي، ڇاڪاڻ تہ اَڄ پريتم
منهنجي گهر آيل آهي. آڪاش ۾ ڪڪر ڇانئجي چڪا آهن
۽ ڦڙ ڦڙ وسي رهي آهي. گرميءَ سبب سڪل ڌرتيون ڀرجي
ويون آهن. اهڙي طرح گهڻن ڏينهن جي ورهه روپي گرميءَ
بعد مون پنهنجي پريتم کي پاتو آهي. هميشہ مون کي صرف

هن جي وري وڇوڙي وچڻ جو ڏک آهي. برسات چاهي ڪيتري به وسي اَج ته، منهنجو پريتم منهنجي گهر آيو آهي.

"مهها برسوو ڪري ري، آج لو رمئيو ميري گهر ري،
ناني ناني بوند ميگهه گهڻ برسي، سوکي سرور ڀري ري.
بهت دنان سي پريتم پايو، بڇڙن ڪو موهه ڊر ري،
مهها برسوو ڪري ري، آج لو رمئيو ميري گهر ري."
(ميران سڌا سندو صفحو ٤٤١)

اهڙي طرح هڪ سولي پر پاوناڻن سان ڀريل گجراتي پد ۾ ميران پنهنجي پريم جو هڪ روپ هن طرح ظاهر ڪري ٿي، "منهنجي پياري پريتم اَج مونکي چاڪيءَ سان لڳائي ڇڏيو آهي. هيٺر مان هڪ پل به هن کان جدا نه ٿيندس. پريتم ڪيئي مون پريم جي ٻڌڻ ۾ ٻڌي ڇڏيو آهي ۽ مان هيٺر پريم سان اُنهيءَ جا ٿي گڻ ڳائيندس. پنهنجي نات جي سهڻي نيڻن تان مان ٻار ٻار ٻلهار وڃان ٿي، پنهنجي پريتم تان مان ٻار ٻار ٻلهار وڃان ٿي، هنکي مان پنهنجو سڀ ڪجهه اَرپڻ ڪريان ٿي."

"پريو جي مي ڪمب ولڳيا، پل ڪوري نه ٿاوون،
شاملا سائي سنيهه بمدائو، هيٺي هري گڻ گاوون.
مارا ناٿ نان ائيٽا اوپر ري، هون تو گهڙليءِ واري جاوون،
گهڙليءِ واري جاوون والڙا، هون تو گهڙليءِ واري جاوون."
(ميران سڌا سندو صفحو ١٥-٥١٦)

پريم جي خوش گفتار ۽ وره جي وياڪلتا ميران جي پدن کي نهايت من موهيندڙ ۽ دلسوز بڻائي ڇڏيو آهي. مطلب جي آنند يا وڇوڙي جي پيڙا کي جهڙي طرح ميران ظاهر ڪيو آهي، اها ڪا شاعر جي خيالي تصوير ناهي ۽ نه ئي ڪا شاعري سينگار جي ڪوشش آهي. هن جا پد سندس اَنڀو آهن، هن مٿان گذريل دک سک جو بيان آهن ۽ هن جي

اُندر ائي اختيار اُڀرندڙ ڀاوناڻن جو ورڻن آهن. سندس ٻاڻيءَ ۾ گمڀيرتا ۽ گهرائيءَ سان گڏ هڪ عجيب سادگي، نه صرف دلسوز ٿي آهي پر هِرتائيندڙ به آهي. پنهنجن اِنهن گڻن سبب هن جو پنهنجن همعصر ڀڳتن، ڪوين ۾ هڪ نهايت اوچ استان آهي. هن جا ورهه جا پد ڀڳتن ۾ ئي نه، پر گهر گهر ۾ مشهور آهن. ڀاوناڻن جي گهرائيءَ سان گڏ لفظن جي نزاڪت هن جي ٻاڻيءَ کي نهايت اُترائتو بڻائي ڇڏيو آهي. اهي خاصيتون ميران جي سڀني پدن ۾ ملن ٿيون.

پنهنجي هڪ مڌر پد ۾ ميران چوي ٿي "پريتم جي من موهيندڙ مورت منهنجي دل ۾ ليڪ وانگر ڇپيل، سمائجي ويئي آهي. پنهنجي پريتم کانسواءِ مان پنهنجن پرانن کي ڪيئن رکي سگهندس ڇو ته پريتم ئي منهنجي جيون جي رکيا ڪرڻ واري يعني ورهه روپي گرميءَ کي دُور ڪرڻ واري جڙي ٻوٽي آهي. ميران چوي ٿي ته مان پنهنجي پريوءَ جي هٿان وڪامجي چڪي آهيان يعني پنهنجو سڀ ڪجهه سندس چرنن ۾ اَرپڻ ڪري چڪي آهيان. جڏهن کان منهنجي سواميءَ مونکي پنهنجي درشن جي بخشش ڪئي هئي، تڏهن کان صرف هنجي درشن جي خواهش منهنجي نيڻن ۾ گهر ڪري چڪي آهي."

"چت چڙهي مهري ماڌري مورت، اُر وچ آن اڙي.
ڪٽي ٽارڻ ٽريا ٽرن راکون، جيون مُور جڙي.
ميران پربهو کي هاٿ بڪاڻي، لوگ ڪهين بگڙي.
نئنا موري ٻاڻ پڙي، سائين موهه درس دکائي."

(ميران برهت پداولي صفحو ١٢٧)

ميران جي پدن ۾ ورهه جي وياڪلتا جو نهايت سرل پر دلسوز ورڻن ملي ٿو. پنهنجي هڪ مشهور پد ۾ هوءَ چوي ٿي ته برهه ۾ سندس پيڙا اهڙو ته روپ اختيار ڪري ٿي جو سندس پران نه ته رهن ٿا، نه نڪرن ٿا. اهڙيءَ حالت

۾

هن کي آرام ڪيئن نه ملي سگهي؟ هن جي حالت اهڙي
آهي جو جهٽڪ سوريءَ تي ڪنهن جي سيجا وڇايل هجي،
انهيءَ تي آرام سان ڪيئن ٿو سمهي سگهجي؟ منش جي شرير
۾ پرماتما ٻنهي اکين جي پٺيان روحاني منڊلن ۾ نواس ڪري
ٿو. جيستائين آتما نؤ دوارن کي خالي ڪري انهيءَ جڳهه تي نٿي
پهچي، هوءَ پرڀوءَ سان ڪيئن ٿي ملي سگهي؟ اهڙي ويچار کي
ظاهر ڪندي ميران چوي ٿي ته پرڀوءَ جي سيجا ته گگن منڊل
تي آهي ۽ هوءَ خود ڌرتيءَ (يعني نؤن دوارن) تي آهي.
هوءَ ميلاپ جو سک ڪيئن ٿي حاصل ڪري سگهي؟ ڪيس
جي شروعات ۾ ميران چوي ٿي ته هي سکي! مان پرڀوءَ جي
پريم ۾ ديواني آهيان ۽ پنهنجو پاڻ کي وساري چڪي آهيان.
منهنجي جدائيءَ جي دک کي ڪير به محسوس نٿو ڪري
سگهي. انهيءَ بعد ۾ ميران اڳتي چوي ٿي ته هڪ گهايل جي
حالت کي اهو ئي سمجهي سگهي ٿو جيڪو گهايل هوندو يا
جنهن کي ورهه روپي باڻ هڻدي ۾ لڳو هوندو..... جهڙي
طرح هڪ گهايل پسؤن تن تن ۾ ٽڪندو رهندو آهي، ساڳي
طرح مان پنهنجي پيڙا وچان ان ان ۾ ٽڪي رهي آهيان، مون
کي ڪوبه اهڙو علاج ڪرڻ وارو وئد يا حڪيم نه مليو جيڪو
انهيءَ آزار پيڙا کي دور ڪري سگهي. بعد جي پڇاڙيءَ ۾
ميران چوي ٿي ته سندس دک جو انت تڏهن ٿيندو جڏهن
خود هنجو پرڀوءَ وئد جي روپ ۾ اچي سندس علاج ڪندو.

”هي ري مين تو پريم ديواني، ميرو درد نه جاني ڪوءِ.
سوليءَ اوپر سيج هماري، سووڻ ڪس بڌ هوءِ.
گگن منڊل پر سيج پيا ڪي، ڪس بڌ ملڻا هوءِ.
گهايل ڪي گت گهايل جاني، جا جن لائي هوءِ.....
درد ڪي ماري بن بن ڊولون، ويد مليا نهين ڪوءِ.
ميران ڪي پرڀو پير مٽيگي، جب ويد سانوليا هوءِ.“
(ميران جي شخصيت ۽ مهما ٢٧١)

ميران پنهنجي وڇوڙي جي پيڙا ۽ وياڪل ٿي چوي ٿي
"جيڪڏهن مون کي خبر هجي ها ته پريم ڪرڻ ۾ اهڙو ڏک
سهڻو پوندو ته مان سڀني کي ڍنڍورو ڏيان ها ۽ چوان ها ته
ڪوبه پريم نه ڪري."

"جو هون آنسو ڄاڻتي ري ڪي پريت ڪيان دک هوئي،
نگر ڍنڍورا ڦيرتي ري پريت ڪرو مت ڪوئي."
(ميران سڌا سندو صفحو ٤٣٤)

وڇوڙي جي وياڪلتا ۽ پيڙا هوندي به، آهن ۽ لڙڪن
جي باوجود به ميران پريم جي راهه کي ڇڏڻ لاءِ تيار ڪانهي.
هوءَ پنهنجي ستگروءَ جي درشن لاءِ سندس سهڻي صورت
جي هڪ جهلڪ ڏسڻ لاءِ سدا تڙپي ٿي ۽ وينتي ڪري ٿي
پر هوءَ هٺ نٿي ڪري ته سندس پرارٿنا قبول ڪئي وڃي.
هڪ سچو پريمي صرف اهو ئي چاهيندو آهي ته جيڪو
سندس پريتم کي وڻي. هوءَ پنهنجي پريتم جي رضا ۾ راضي
رهي ٿو. هوءَ پنهنجي پريتم جي موج تي پاڻ کي ڇڏي ٿو
ڏئي. ميران پنهنجن پدن ۾ بار بار پرڀوءَ کان پنهنجن ستگرن
جي چرنن جي شرڻ گهري ٿي. شرڻ، پريم جو هڪ ضروري
انگ آهي. ستگروءَ کي پنهنجن پرارٿنائن ۾ هوءَ هن سنسار
روپي ڀيانڪ ساگر مان پار ڪرڻ لاءِ وينتي ڪري ٿي پر
اهو به چوي ٿي ته جيڪڏهن ٺيڪ سمجهو ته ائين ڪريو.
شرڻ جي اهڙي ڀاونا ميران جي ڪيترن ئي پدن ۾ ملي ٿي.
پنهنجن گلا ڪندڙن کي جواب ڏيندي هوءَ چوي ٿي ته مون
کي گروءَ جي روپ ۾ سنت رويداس مليو آهي، جنهن
مون کي سچي گيان جي پد جي بخشش ڏني آهي....
هيئر مان پنهنجي مهان گروءَ جي شرڻ ۾ رهندس ۽
پنهنجي من ۾ اهنڪار کي تياڳي سندس شرڻ ۾ هميشه
رهندس.

"گرو مليا رئداس جي، ڏيني گيان ڪي گُٽڪي،
پرم گران ڪي سرن ۾ رهيان، پرڻام ڪران لڳڪي."
(ميران سڌا سنڌو صفحو ٣٧٩)

ميران جو هڪ مشهور پد، جنهن ۾ هوءَ پنهنجي ستگروءَ کي "جوڳي" چئي پڪاري ٿي، سندس پريم جي سوز ڀري ورهه ۽ گهري اڪير ظاهر ڪري ٿو. هوءَ چوي ٿي ته "هي جوڳي! تون مون کي ڇڏي نه وڃ، مان توکي پيري ٿي پوان، پرارٿنا ٿي ڪريان ته تون نه وڃ، جوڳي نه وڃ، نه وڃ ۽ مان توکي پيري ٿي پوان." پر جيڪڏهن ستگرو کيس ڇڏي ئي وڃي ته ميران پرارٿنا ڪري ٿي "پنهنجي پريت ۽ ڀڳتيءَ جو مارگ منهنجي لاءِ اٽڪاڻ ۽ مشڪل آهي. وڃڻ کان اڳ مون کي اُنهيءَ تي لڳائي وڃ."

"پريم ڀڳتي ڪو پينڊو هي نيارو، هم ڪُون گيل لگا جا."

جيڪڏهن گروءَ لاءِ اهو ڪرڻ ناممڪن ڪولهي ته ميران سندس چرڻن ۾ هڪ ٻي پرارٿنا ڪري ٿي "هي پريو، مان پنهنجي لاءِ جيڪڏهن چندن وغيره جي چتا تيار ڪريان ٿي، تون وڃڻ کان اڳ پنهنجن هٿن سان اُنهيءَ کي جلائي وڃ."

"اگر چندن ڪي چتا رچائون، اپني هاٿ جلا جا."

چاڪاڻ ته ميران سوچي ٿي ته جيڪڏهن سندس ستگرو هن کي ڇڏي ويندو ته هوءَ زنده نه رهي سگهندي. ديهه سروپ ستگروءَ جي ساڪيات حاضريءَ ۾ هميشه موجود رهڻ جي ڀاونا کي ميران هن طرح سان ظاهر ڪري ٿي،
"جڏهن مان جلي ڀسم ٿي وڃان ته اُنهيءَ ڀسمءَ کي پنهنجي شرير تي لڳائج."

"جل بل ڀئي ڀسم ڪي ڍاري، اپني انگ لگا جا."

پنهنجي هستيءَ کي پرماتم جي وشال هستيءَ ۾ وڃائڻ،

آن سان ملي هڪ ٿي وڃڻ ٿي سچو پريم آهي. پرماتما ۾ سمائجي وڃڻ پريو-پريم جو مقصد آهي. پنهنجي پد کي سماپت ڪندي، پريتم سان هڪ ٿي وڃڻ جي اُڪير ظاهر ڪندي هوءَ چوي ٿي "هي پريو، ڪرپا ڪري منهنجيءَ جوت کي ڪي پنهنجيءَ جوت ۾ سمائي ڇڏ."

"ميران ڪهي پرڀ گرڌر ناگر جوت ۾ جوت ملا جا."

ٻين سنتن وانگر ميران به پنهنجي بانيءَ ۾ جدا جدا ٻولين جا لفظ ۽ اصطلاح استعمال ڪيا آهن. هندي ۽ گجراتي ڪانسواءِ هن ٻرج، اوڌي ڀاشا، مارواڙي (۽ راجستان جون ٻيون ٻوليون) ڀوجپوري، مٿلي، سنسڪرت، عربي، فارسي ۽ پنجابيءَ جا لفظ به ڀلي طرح ڪم ۾ آندا آهن. ٻنگال ۾ هن جا گيت تمام مشهور آهن. مهاراشٽر ۾ تڪارام جهڙن سنت ڪوين ميران جو ذڪر تمام آدر سان ڪيو آهي ۽ مهاراشٽر جي سنتن ۽ ڀڳتن جي ڪوتا ۾ جيوني لکندڙ شاعر "مهيپت" ميران جي بيحد ساراهه ڪئي آهي.

تڏهن هوندي به نظم ڪلا، ڇندن، ماترائن وغيره جي ڄاڻ، النڪارن جي ترڪيب ۽ نظمي اصولن جي درشٽيءَ کان ميران جي ڳڻپ وچ واري زماني وارن ڀارت جي مهان شاعرن ۾ نٿي ڪري سگهجي. هن پنهنجي سادگي، سهج ڀاوَن، بي اختيار جذبن ۽ اُنهن کي سادن ۽ سهڻن لفظن ۾ چٽي طرح بيان ڪرڻ، پنهنجن پدن ۾ نظمي اصليت لاءِ، پنهنجن اُپم ۽ سهڻن درشٽانتن جي استعمال لاءِ، پنهنجي سهج ۽ سندر ورڻن لاءِ، پنهنجي نظم جي گهري جذباتي مضمون لاءِ، پنهنجي مڌر پريم رسي اُمنگ ڀرئي اظهار لاءِ ۽ اِنهن سڀني خاصيتن کان وڌيڪ پنهنجي پريتم جي جدائي ۾ پنهنجي دلسوز ٻاڏاڻن کي ڪومل پر دل ڇهندڙ لفظن ۾ اظهار ڪرڻ لاءِ، ميران جي مقابلي جو شايد ڪو ورلو ڀڳت شاعر هجي.

# ميران جا پد

## پريوُ مون کي پار لنگهاءِ

پنهنجن اڳين ڪرمن جون زنجيرون ئي منش کي هن استول سنسار ۾ ٻڌي رکن ٿيون. ڪرم ئي هنجي جنم مرڻ جي اناد ڪال کان هلندڙ چڪر جو ڪارڻ آهن. هن دکي سنسار ۾ ڪٿي به سچو ۽ دائمي سک ڪونهي. ميران پرماتما کي پرارٿنا ڪري ٿي ته هي پريو! هن دکدائي ساگر کان مونکي پار ڪر.

”هري مهي[1] پار اُتار، نمي نمي[2] وِنتي ڪرون ڇوُن[3].
جگت مان[4] جنمهي[5] ٻهه دک ڏکيا، سنسار شوڪ نوار.
ڪشٽ آٿي[6] مهي ڪرم نا[7] ڀدن، دوُر ٿون ڪر ڪرتار.
آ سنسار وهيو وهيو جات ڇي، لک چوراسي ڌار.
ميران کهي پريو گرڌر ناگر، آواگمن نوار.“
(ميران سڌا سنڌو صفحو ۳۵۱)

## پريم جو ڏوراپو

هن ننڍي پد ۾ ميران پريوءَ کي ڏوراپو ڏيندي چوي ٿي ته هي پريو، پنهنجي پريم جي پرساد جي بخشش ڏيڻ بعد تون ڪيڏانهن هليو ويو آهين؟ مونکي پريم جي ٻيڙي ۾ وهارڻ بعد وره جي اٿاه ساگر ۾ اڪيلو ڇو ڇڏي ويو آهين؟

”پريو جي تي[8] ڪهان گيا نيهڙو[9] لگاءِ.
ڇوڙ گيا اَب ڪون وساسي[10]، پريم کي ٻاتي ٻلاءِ[11].
وره سمند ۾ ڇوڙ گيا ڇو[12]، نيهه کي ناو چلاءِ.

---

۱. مون کي. ۲. جهڪي. ۳. ڪريان ٿي. ۴. ۾.
۵. جنم وٺي. ۶. ڀڃائين ٿا. ۷. جا. ۸. تون. ۹. پريم.
۱۰. وشواس کي ٽوڙڻ وارو. ۱۱. ٻاري. ۱۲. آهين.

ميران کي پريو ڪب ري ملوکي، تم ان رهيو نہ جاءِ."
(ميران سڌا سنڌو صفحو ١٦٤)

## پرارٿنا

ميران پريوءَ کي پرارٿنا ڪري ٿي تہ مون کي سنسار جي دکن کان ڇڏاءِ. پر شرن ۾ آءُ سان هوءَ چوي ٿي تہ هي پريو، مون کي ڀؤساگر ۾ ٻوڙڻ وقت، تڏهن بچائڻ جڏهن تنهنجي موج هجي.

"تم سُڻو ديال مهانري[1] عرجي.
ڀؤساگر ۾ ٻهي جات هؤن، ڪاڍو[2] تو ٿانري[3] مرجي.
يو سنسار سگو نهين ڪوئي، ساچا سگا رگهوورجي.
مات پتا سُت ڪٽنب قبيلو، سب مطلب کي غرجي.
ميران کي پريو عرجي سُڻلو، چرڻ لگاوو ٿانري مرجي."
(ميران سڌا سنڌو صفحو ٣٢٥)

## ورهہ جي وياڪلتا

ورهہ ۾ وياڪل ميران پريوءَ کي اچي درشن ڏيڻ لاءِ پرارٿنا ڪري ٿي. هنجي درشن بنا هوءَ رات ڏينهن بي آرام رهي ٿي. اهڙي وياڪلتا ۾ نہ تہ هن کي بک ٿي لڳي ۽ نہ ئي سمهي ٿي سگهي. پنهنجيءَ پيڙا کي ظاهر ڪرڻ لاءِ هن وٽ کي لفظ ڪونهن پر پريو تہ انترجامي آهي، تنهن ڪري هوءَ وينتي ڪري ٿي تہ سندس دک کي ڏسي اچي هن سان ملي.

"پياري درشن ديجو آءِ، تم بن رهيو نہ جاءِ.
جل بن ڪمل، چند بن رجني، ائسي تم ديکيان بن سجني.
آڪل وياڪل ڦرون رئين دن، ورهہ ڪليجا کاءِ.
ڏوس نہ ڀوک نيند نهين رئنا، مکہ سي ڪٿن نہ آوي بئنا.

---

١. منهنجي. ٢. ڪڍ. ٣. تنهنجي.

ڪها ڪرون ڪڇ ڪهت نه آوئي، مل ڪر لپٽ ٻجهائي.
ڪيئن ڪر سانئو انترجامي، آئي ملو ڪرپا ڪر سوامي.
ميران داسي جنم جنم ڪي، پڙي تماري پانءِ.
(ميران ٻرهت پداولي صفحو ١٣٣)

## پريوءَ سان ميلاپ ڪيئن ٿئي؟

پريوءَ سان ملڻ لاءِ وياڪل ميران شڪايت ڪري ٿي ته هي پريو، تو هيءَ ڪهڙي رچنا رچي آهي جو مون کي پنهنجي ڌام کان تمام پري موڪلي ڇڏيو اٿيئي ۽ واپس وڃڻ جا سڀ مارگ بند آهن. تنهنجي ديش جو رستو هيٺ مٿي ۽ پيچيدو آهي ۽ قدم قدم تي ڪرڻ جو انديشو آهي. مارگ ۾ هر جڳهه تي آشا ۽ ترشنا روپي سپاهي ويٺا آهن، جيڪي مونکي روڪين ٿا. قدم قدم تي ڪام، ڪروڌ، لوڀ، موهه ۽ اهنڪار روپي پنج ڌاڙو انتظار ڪري رهيا آهن ۽ جيڪي منهنجي پرمارٿ ۽ ڀڳتيءَ روپي ڌن کي لٽڻ ٿا چاهين.

پد جي پڇاڙيءَ ۾ ميران چوي ٿي ته منهنجي ستگروءَ مون کي پريوءَ جو ساکيات درشن ڪرائي ڇڏيو ۽ جڳ کان وڇڙيل ميران کي پنهنجي ڌام پهچائي ڇڏيو.

”گلي[1] تو چارون بند هئي، مان هري سي ملون ڪئسي جاءِ.
اونچي نيچي راه رپٽيلي، پائون نهين ٺهرائي.
سوچ سوچ پڳ ڌرون جتن سي، بار بار ڊگ جائي.
اونچا نيچا محل پيا ڪا، مهان سون[2] چڙهيو نه جائي.
پيا دور پنٿ مهارو جهيڻو، سرت جهڪولا کائي.
ڪوس ڪوس پر پهرا بيٺيا، پيڊ پيڊ[3] ٻٽمار[4].

1. ڪجهه ودوانن الوسار انهن چئن رستن جو، ميران جو اشارو گيان، جوڳ، ڪرم ۽ وئراڳ مارگن ڏانهن آهي.
2. مون کان. 3. قدم قدم تي. 4. لٽيرا يا ڌاڙو.

پيا وڃنا ڪيئي رڃ ڏئي، ڏور ٻاجهو مهالرو ڳائو.
ميران کي پرڀو گرڌر ناگر، ستگرو ڏسي ٻتاءِ.
جُڳن جُڳن سي وڇڙي ميران، گهر ۾ ليئي لاءِ.

## جوت ۾ جوت ملي

هيءُ پد هڪ وڇڙيل وياڪل آتما جي، پرڀوءَ سان وصال حاصل ڪرڻ جي پرارٿنا آهي. پد جي آخر ۾ ميران چوي ٿي ته جڏهن هنکي پنهنجو ستگرو رويداس مليو ۽ هن اندر جو پيڊ ٻڌايو تڏهن هوءَ پرڀوءَ سان ملي وئي. هن جي آتما روپي جوت پرماتما روپي جوت ۾ سمائجي هڪ ٿي وئي.

”تم پلڪ اُگهاڙو ديناناٿ، هون حاضر ناظر ڪب کي کڙي.
ساڄڻو[1] تي دشمن هوءِ لاگي، سب ني لڳون ڪڙي[2].
تم بن ساڄو ڪوئو نهين هئه، ڏگي ناو ميري سمند اڙي.
دن نهين چئن، رات نهين نندرا، سوکون کڙي کڙي.
بان برهه کي لگي هيئي ۾، ڀولون نه اِڪ گهڙي.
پٿر کي اُهليا تر تاري، بن کي بيچ پڙي.
ڪها بوجهه ميران ۾ ڪهئي، سؤ اوپر اِڪ گهڙي[3].
گرو رئداس ملي موهه پوري، ڌر سي قلم ڀڙي[4].
ستگرو سئن ڏئي[5] جب آ ڪي، جوت ۾ جوت رلي.
(ميران ٻائيءَ جي شبداولي صفحو ٦١)

## ننڊ بنا راتيون

پگهت جي وڇوڙي جي وياڪلتا جو ورڻن ڪندي ميران چوي ٿي ته اُنهيءَ پيڙا کي صرف اُهوئي سمجهي سگهي ٿو جيڪو خود پرڀوءَ جي وڇوڙي ۾ ڏکي آهي.

---

١. ساٿي يا متر. ٢. ڪٽ، ڪوڙي.
٣. پنجسري وقت (پنجن سيرن جو وقت.)
٤. پرڀوءَ روپي وڻ جي ڪٽيل قلم يا ٽاري واپس اُنهيءَ سان جڙي وئي. ٥. اندرئين مارگ جو طريقو ڏنو.

”پيندڙي لهين آوڻ ساري رات، ڪس وڏان[1] هوئي پرڀات.
چمڪ اُٿي سڀئي سڌ ٻولي، چندر ڪلا[2] نه سوهات.
ٽلق ٽلق جو جاءِ هماري، ڪب ري ملي ديناناٿ.
ڀئي هؤن دواني تن سڌ ٻولي، ڪوئي نه جاڻي مهاري ٻات.
ميران ڪهئه ٻيتي سوئي جاڻئه، مرڻ جيوڻ اُن هاٿ.“
(ميران سڌا سنڌو صفحو ١٦٤)

## نام جو سمرن

پريوءَ جي نام جو لڳاتار سمرن ڪرڻ جي شوق کي جاڳائڻ لاءِ ميران چوي ٿي ته نام من کي نرمل ڪري ٿو، پاپن کي ناس ڪري ٿو ۽ جنم جنم جي ڪرمن کي ختم ڪري ٿو، جيڪي بار بار هن سنسار ۾ اچڻ لاءِ آتما کي مجبور ڪن ٿا. نام روپي اَمرت سنتن دوارا مفت ۾ ڏنو وڃي ٿو. اُنهيءَ کي پيئڻ کان مٺش کي منهن نه موڙڻ گهرجي.

”ميرو من رام هي رام رٽئه ري.
رام نام جپ ليجئه پراڻي، ڪوٽڪ پاپ ڪٽئه ري.
جنم جنم کي کت ج پراڻي، نام هي ليت ڦٽئه ري.
ڪنڪ ڪٽوري اَمرت ڀريو، پيوت ڪؤن نٽئه ري.
ميران ڪي پرڀو هري اوناسي، تن من تاهه پٽئه[3] ري.“
(ميران ٻرهت پداولي صفحو ٢١٨)

## پنجرنگي چولو

ڪيئن ننڍي ٻالڪيءَ کي جڏهن نوان ڪپڙا پاتا ويندا آهن ته هوءَ اُنهن کي ڏيکارڻ لاءِ ڀيڻين سکين، ساهيڙين وٽ ڊوڙندي ويندي آهي، جيڪي ڳوٺ جي وڻن ۽ جهاڙين جي

---

١. ڪهڙي اُپاءَ سان. ٢. چنڊ جي روشني.
٣. تن ۽ من جي صرف اڀياسي پريوءَ سان ٿي پئجي ٿي يعني تن ۽ من اُنهيءَ ۾ رنگجي ويو آهي.

جهرمٽ ۾ راند ڪنديون آهن. اُنهن جي پياري راند
لڪ-ڇپ هوندي آهي. هوءَ به سندن راند ۾ شامل ٿي ويندي
آهي پر جڏهن سندس پڪڙڻ جو وارو ايندو آهي، تڏهن
هوءَ ڏسندي آهي ته سندس چُني ٻوڙ پائڻ ۾ رڪاوٽ
وجهي رهي آهي ته اُها لاهي، ٻوڙي، پنهنجي سکيءَ کي
ڳولهي لهندي آهي.

آتما جي اَندرين منڊلن ۾ تارا جو اِشارو ميران هتي اُنهيءَ
ننڍي ٻالڪيءَ جي روپ ۾ ڏيئي رهي آهي. پنهنجن اَندرين
ڏاٻين جي رنگ ۾ رنگيل ڪپڙا پائي آتما اَکين جي مرڪز روپي
جهرمٽ ۾ راند ڪرڻ وڃي ٿي. ڪرم ڪانڊ ۽ ٻاهرين پوڄا
پاٺ روپي ڪپڙا جيڪي اَندر وڃڻ واري مارگ ۾ رڪاوٽ
آهن، اُهي لاهي ڦٽي ڇڏي ٿي ۽ اُنهيءَ بعد پنهنجي گروءَ کي
ڳولهڻ ۾ ڪامياب ٿي ٿي. پد ۾ ميران پنهنجن اَندرين اَنڀون
جو ورڻن ڪندي چوي ٿي ته هوا، پاڻي وغيره پنج تت ۽
سج، چنڊ ۽ تارا منڊل پٺتي رهجي ويندا ۽ آتما مٿين اوچن
روحاني منڊلن جو سفر ڪندي. ميران اِهو به کُلي طرح ظاهر
ڪري ٿي ته پرماتما جو نواس منش جي شرير جي اندر آهي
۽ هو پرلم روپي ڏيئي جي روشنيءَ ۾ اندر ئي پرگهٽ
ٿيندو آهي.

”سکي ري مٿين لو گرڌر کي رنگ رانڻي.
پچرنگ ميرا چولا رنگا دي، مٿن جهرمٽ کيلن جاڻي.
جهرمٽ ۾ ميرا سائين مليگا، کول آڏمبر گاڻي.
چندا جائيگا، سورج جائيگا، جائيگا ڌرڻ آڪاسي.
پون پاڻي دونون هي جائينگي، اَٽل رهي اپناسي.
سرت نرت[1] کا دولا سنجولي، منسا کي کرپاڻي.

١. آتما جي (اَندرين منڊلن ۾) ٻڌڻ جي شڪتيءَ کي
سرت ۽ ڏسڻ جي شڪتيءَ کي نرت چئجي ٿو.

پريم هٽي[1] ڪا لعل ٻنا لي، جڳا ڪري ڏن راتي.
جنڪي پيا پرديس بست هئي، لک لک ڀيجين پاتي.
ميري پيا مو مانهه بست هئي، ڪهون نه آتي جاتي.
ٺهر بسون نه بسون ساس گهر، ستگرو سبد سنگاتي.
نا گهر ميرا نا گهر تيرا، ميران هري رنگ راتي."
(ميران ٻائيءَ جي شبداولي صفحو ٨)

## ڏينهن ٿورا ري!

گهڻي وقت جي انڌڪار بعد منش جنم روپي ڏينهن اڀريو آهي. اهو جيو لاءِ پريوءَ کي پائڻ جو موقعو آهي. هنڪي جڳائي نه انهيءَ جو لاڀ وٺي. سنسار جون سڀ چنتائون ڇڏي، ڏينهن جو ٿي هنڪي پريوءَ جي نگريءَ ۾ واپس وڃڻ جي چنتا ڪرڻ گهرجي. پر جي آخر ۾ ميران چوي ٿي ته پريوءَ جي ڪرپا سان هن کي اهو مارڳ مليو آهي، جيڪو سڀني کان آسان آهي.

"اَب ڪيون ڪري ري مورک مونڊو[2] ري.
بتالو (پٽي) بات گهڻي[3] ڏن ٿوڙو ري.
اڳوري سورج پورب، گهر پڳو[4] لو، ڏوڙ سڪي لو ڏوڙو ري.
ڪرلو قيمت[5]، همت مت هارو، ڪر چنتا پڇي ڏوڙو ري.
نگر پوهچان[6] نراپي هوسي، بيچ رهڻ کو ٿوڙو ري[7].
ٻائي ميران کي پرڀو گردر ناگر، مارڳ مليو مهاني نيڙو[8] ري."
(ميران سڌا سنڌو صفحو ٧٦٢)

## درلڀ رانديڪو

جڏهن ڪنهن ٻار کي ڪو سٺو رانديڪو ملي ويندو آهي ته هن جو خيال انهيءَ رانديڪي ۾ ئي لڳل هوندو آهي.

---

١. هٽ يا دڪان. ٢. ڍير. ٣. مارڳ وڏو آهي. ٤. پهچو.
٥. منش جنم جي موقعي جي قيمت ڪريو. ٦. پهچڻ بعد. ٧. مارڳ ۾ موهيندڙ نظارن ۾ مست ٿيڻ ڏک جو ڪارڻ ٿيندو. ٨. ويجهو.

انهيءَ مثال کي ڏيندي ميران چوي ٿي ته هن کي رام نام روپي انوکو راندڪو مليو آهي. انهيءَ کي هن شرير روپي مندر ۾ پاتو آهي ۽ اهو هڪ مڌر سريلي ڌني پيدا ڪندو آيو آهي. وڏا وڏا رشي، مني، جوڳي وغيره جپ تپ، سنجم ۽ مشڪل ساڌنائون ڪري ٿڪجي پيا پر انهن کي اهو دُرلڀ راندڪو ڪونه ملي سگهيو. هيءَ صرف من ۽ مايا جي حد کان پري سُن منڊل ۾ ئي ملي سگهي ٿو. نام روپي اهو راندڪو، جنهن کي ماڻهو ”اَگم“ ۽ ”اَگوچر“ چون ٿا، ميران کي پنهنجيءَ ڀڳتيءَ جي ڦل سبب مليو آهي ۽ هينئر هوءَ انهيءَ ۾ مست رهي ٿي.

”[1]رام رمڪڙو جڙيون ري، راڻا جي،
مهني رام رمڪڙو جڙيون ري.
رم جهم ڪرتون ماري مندري پڌاريون،
تهين ڪوئي هاٿي گهڙيون ري.
موٽا موٽا مُڻي جن مٿي لاڳيا،
ڪوه ڪ ورلا ني هاٿي چڙيون ري.
سُن شکر نا ري گهاٽ ٿي اوپر،
اَگم اَگوچر نام پڙيون ري.
ٻائي ميران کي پرڀو گرڌر ناگر،
ماروُن من شامليا شون جڙيون ري.“
(ميران سڌا سنڌو صفحو ٢٧٠)

## سنتن هٿ وڪاڻي

ميران جي نڻان اُدا ٻائي راڻي جي چوڻ تي ميران کي سمجهائي ٿي ته هوءَ سنتن جي سنگت ڇڏي ڏئي. جواب ۾ ميران چوي ٿي ته سنت ئي هن جا مائٽ، پتا، مترَ ۽ پريمي

---

١. هيءَ ميران جو هڪ گجراتي پد آهي، جنهن جو سار مٿي ڏنو ويو آهي.

آهن. هن سٽن جي ٽرن ورٽي آهي ۽ پهرين ٻن، ٽن، ڏن
سٽن چرڻن ۾ اُرهڻ ڪري ڇڏيو آهي.

”ميران ٻات نهين جگ ڇاني¹، اُدا ٻائي سمجهو سڏو سياڻي.
ساڌو مات پتا ڪل ميري، سجن سنيهي گياني.
سنت چرڻ ڪي سرڻ رئن ڏن، سنتهه ڪهت هوُن ٻاني.
راڻا ني سمجهاوو جاوو، مئن لو ٻات نه ماني.
ميران ڪي پرڀو گرڌر ناگر، سنتان هات بڪاني.“
(ميران سڌا سنڌو صفحو ٢٦٨)

## جوڳي اڄ ڏائين ڪونه آيو

ميران، جوڳيءَ کي پڪاريندي ڪيترائي پد لکيا آهن. انهن ۾ گهڻا پد اُهيءَ انسان لاءِ پريم ۽ ورهه ظاهر ڪن ٿا، جنهن کي ميران جوڳي چيو آهي. ڪجهه ودوانن جو رايو آهي ته اهي پد پرڀوءَ ڏانهن اشارو ڪن ٿا ۽ هن پرڀوءَ کي پريم وچان جوڳي چئي پڪاريو آهي.

ڪنهن وقت راجستان ۾ گهڻو ڪري هر هڪ ساڌو ۽ مهاتما کي جوڳي سڏيو ويندو هو. اڄ ڏينهن به راجستان جي ڪجهه ڳوٺن ۾ سيني قسمن جي مهاتمائن کي ماڻهو جوڳي چوندا آهن. هيٺ ڏنل ٽنهي پدن مان اهو صاف ظاهر آهي ته ميران ڪنهن اهڙي انسان جي درشن لاءِ وياڪل آهي، جنهن جو هن ديهه سروپ ۾ درشن ڪيو آهي. پهرئين پد ۾ ميران کي انديشو آهي ته شايد جوڳي ڪيس وساري ويٺو آهي يا هوُ هن سنسار ۾ هيئنر زنده ڪونهي. ٻئي پد ۾ ميران چوي ٿي ته جوڳيءَ جي سهڻي مک يا ڇهري جهڙو، هن دنيا ۾ ڪوبه ٻيو ڪونه ڏٺو آهي. ٽئين پد ۾ ميران ٻڌائي ٿي ته هوءَ جوڳيءَ جي تلاش ۾ جڳهه جڳهه ڀٽڪندي رهي ۽ هنجو درشن ڪيس

---

١. لکل.

نه ٿيو. اهڙي طرح ڪوچ ڪندي ڪندي هن جي ٻڍاپي جي اوسٿا اچي وئي ۽ هن جا وار به اڇا ٿي ويا.

انهيءَ نتيجي تي پهچڻ شايد غلط نه ٿئي ته ميران جو اهڙو گهرو پريم ۽ وره پنهنجي گرو روهيداس لاءِ هو، جنهن کي هن "جوڳي" چئي پڪاريو آهي. سنت مت ۾ ستگروءَ لاءِ اپار ڀڳتي ۽ پريم، پرڀوءَ جي پراپتيءَ طرف وڌڻ لاءِ هڪ اهم قدم آهي.

(۱)

"جوڳيا جي نس دن جوئون باٽ.
پانو نه چالي پنٿ دهيلو، آڙا اؤگهٽ گهاٽ.
نگر آءِ جوڳي رم گيا ري، مو من پريت نه پاءِ.
مئين ڀولي ڀولاپڻ کينهون، راکيو نهين ٻلماءِ[1].
جوڳيا کون جووت[2] ٻهو[3] دن ٻيتيا، اجهون آيو ناٺهين.
وره ٻجهاوڻ انتر آوو، تپت لڳي تن ماٺهه.
ڪئه تو جوڳي جڳ ۾ ناهين، ڪئه-ر ٻساري موهه.
ڪاڻئين ڪرون ڪت جاٺون ري سجني، نئن گمايا روهه.
آرت تهري انتر ميري، آوو اٺهي جاڻ.
ميران وياڪل ورهڻي ري، تم بن تلڦت پراڻ."
(ميران برهت پداولي صفحو ۸۰)

(۲)

"جوڳيا سون پريت ڪيان دک هوءِ.
پريت ڪيان سک نهين موري سجني، جوڳي ميت نه ڪوئي.
رات ڏوس ڪل ناهين پرت هئه، تم ملياڻ ٻن موئي.
ايسي صورت يا جڳ ماهين، ڦير نه ڏيکي سوئي.
ميران کي پريو ڪب ري ملوڳي، ملياڻ آنند هوئي."
(ميران برهت پداولي صفحو ۸۴)

---

۱. پرلم ۾ ڀڏي روڪڻ. ۲. واٽ ڏسندي. ۳. گهڻا.

( ٣ )

”جوڳي مهانجي درس ڏيان سڪ هوءِ.
ناٿڙا[1] ڏکي جڳ مالهه جپوڙو، تس ڏن جهورڻ لوءِ.
درس ڏواڻي پٽي ٻاوري، ڏولي سب هي ڏيس.
ميران داسي ٿئي هڻ پڃر[2]، پيتما ڪالا ڪيس.“
(ميران سڌا سنڌو ٩٢٨)

## محڪم ارادو

هن پد ۾ ميران سنتن جي سنگت ۾ رهڻ جو محڪم ارادو ظاهر ڪري ٿي. ڌن دولت، مان شان ۽ سنساري سکن کي هوءَ ڇڏڻ لاءِ تيار آهي. پريو-پريم پائڻ لاءِ هوءَ پنهنجو سر ٻه ڏيڻ کان نٿي ڊڄي. هن جو من سمرن ۾ لڳل آهي ۽ هوءَ پنهنجي ابناسي پريوءَ کي اهائي وينتي ڪري ٿي ته هن کي ستگروءَ جي شرن ملي.

”ٻرجي[3] مَن ڪاهو کي ناهين رهون.
سڻو ري سکي تم چيتن هوءِ ڪهه، من کي بات ڪهون.
ساڌ سنگت ڪر هري سک ليئون، جڳ سون دور رهون.
تن ڌن ميرو سب هي جاوو، ڀل ميرو سيس لهون.
من ميرو لاڳو سمرن سيتي، سب ڪا مَن ٻول سهون.
ميران کي پريو هري ابناسي، ستگرو سرڻ گهون.“
(ميران سڌا سنڌو صفحو ٣٩١)

## موُن پريوُ پاتو

ميران پنهنجي پريو ملاپ جي آنند کي ظاهر ڪندي ڪيترن ئي پدن جي رچنا ڪئي آهي. جيتوڻيڪ هن جي

---

١. ته ته يعني درشن نه ڏيڻ تي. ٢. پڃلي يعني پڃرا جهڙي سبب ڪمزور. ٣. منع ڪرڻ تي به.

ورهه جا گيت وڌيڪ مشهور آهن، تنهن هوندي به ميلاپ
جي گيتن جي گهرائي ۽ مٺاج ۾ به ڪا ڪمي ڪانهي. هن
پد ۾ ميران پنهنجي پريتم جي گهر اچڻ جي خوشيءَ جو ورنن
ڪندي چوي ٿي ته پريوءَ کي گهر ۾ ڏسي هن جي ورهه
جي اگني شانت ٿي وئي ۽ جدائيءَ جو ڏک درد ختم ٿي
ويو.

"مهارا اولگيا[1] گهر آيا جي.
تن ڪي تاپ مٽي سک پايا، هل مل منگل گايا جي.
گهن ڪي ڌن سن مور مگن ڀيا، يون ميري آنند ڇايا جي.
مگن ڀئي مل پريو اپڻا سون، ڀؤ ڪا درد مٽايا جي.
چند ڪون نرک ڪمودڻ ڦولئ، هرک ڀيا ميري ڪايا جي.
رگ رگ سيتل ڀئي ميري سجني، هري ميري مهل سڌايا جي.
سب ڀڳتن ڪا ڪارج ڪينها، سوئي پريو مين پايا جي.
ميران برهڻي سيتل هوئي، دک دند[2] دور نسايا جي."
(ميران برهت پداولي صفحو ١٩٠)

## سورمو

ميران ڀڳت کي همٿائي ٿي ته پنهنجي ڀڳتي ۽ روحاني
اڀياس ۾ مضبوط ارادي سان لڳو رهي. جهڙيءَ طرح هڪ
بهادر جوڌو، ڍال، ڀالي ۽ تلوار وغيره هٿيارن سان تيار ٿي
جنگ جي ميدان ۾ ڪاميابي حاصل ڪرڻ جي ارادي سان
ويندو آهي، اهڙيءَ طرح هڪ ارادي، همت ۽ لگن سان
پنهنجي اڀياس ۾ لڳڻ گهرجي. هن جي شڪتي سندس ستگرو،
هن جي ڍال ستگروءَ جي رکيا جو هٿ ۽ هن جي تلوار سندس
گروءَ جي ڪرپا آهي. وشواس ۽ مضبوط ارادي سان هن کي

---

١. اهو پيارو جيڪو پرديس ويو هجي ۽ جنهن جي اچڻ
جي آس هجي. ٢. سک دک، پريم - الفت، رنج خوشي
وغيره ٻيائي ڀيد ڀاو.

پڇن روپي سنگرام ۾ لڳي پنهنجي مقصد ”پريو - پراپتي“ ۽
ڪاميابي حاصل ڪرڻ گهرجي.

”لڳ رهنا، لڳ رهنا، هري ڀڄن ۾ لڳ رهنا، لڳ رهنا.
صاحب ڪا گهر دور هئه ري، جئسي لمبي کجور.
چڙهي سو چاکي پريم رس، پڙي تو چڪناچور.
ڪيا بڪتر ڪا ڀروسا ري، ڪيان ڍالون ڪي اوٽ[1].
سورا پوري ڪا پارکا ري، لڙي ڌڻي ڪي جور[2].
گيان ڪٽاري پڙي ري، گرو گوبند تلوار.
وئراڳيه روپي ڀالا پانڌ لي، ڪپهون نه هووي هار.
هاڻ چام ڪي ڍال بهي ري، لو نادي دش ڪور[3].
ميران ڪي پريو گرڌر ناگر، لڳي رام سون ڊور.“
(ميران سڌا سنڌو صفحو ٧٥٠)

## پريو توُن ڇو رٺو آهين؟

درشن لاءِ وياڪل ميران کي من ۾ شڪ آهي ته شايد پريو
هن کان رٺي ويو آهي. هوءَ ڪانئس پڇي ٿي ته هي پريو!
منهنجن بي شمار اَوگڻن ۾ اُهو ڪهڙو گناهه آهي جنهن سبب
تون مون سان ناراض ٿي، درشن ڏيڻ ۾ دير ڪري رهيو
آهين. هي ديالو، مون سان ناراض ٿيڻ سبب توکي نه ضرور
دک ٿيندو. تون نه دکي نه ٿي، مون کي درشن ڏي، مون
کي نه منهنجي نام جي ئي رٽ لڳي پيئي آهي.

”گرڌر روسڻون جي ڪونڻ گنهان.
ڪيچ اِڪ اوگڻ ڪاڍو مهان مڻن، مهي ٻي ڪاڻان سڻان.
مڻن تو داسي ٿاري جنم جنم ڪي، ٿي صاحب سگهڻان[4].

1. اوٽ يا سهارو. 2. سچي سورمي روپي ڀڳت جي اِها
پرک آهي ته هو پنهنجي سواميءَ جي شڪتيءَ جو سهارو وٺي
آپپاس ڪندو آهي. 3. ڏهه اِندريون. 4. گڻن سان ڀرپور.

ڪانئي ٻاٽ سون ڪرڻو روسڻون، ڪيئن ڏک ڀاوو ڇو مڃان.
ڪرڻا ڪر موهـ، ڏوسڙ ڏڄو، ٻيٽي ڏوس گهٽان.
ميران ڪي ٻرڻو هري اُوناسي، ٿارو هي لنانو پٽان[1].”
(ميران ٻرهتپداولي صفحو ٦٠)

## ورهه - ويدنا

(ورهه جي وياڪلتا)

هيءُ پد پنهنجي پريتم، پرڀوءَ جي جدائيءَ ۾ ميران جي ورهه جي وياڪلتا کي ظاهر ڪري ٿو. هوءَ پنهنجي ڏک وچان شڪايت ڪري ٿي ته پريتم نه ته خود ٿو اچي، نه اچڻ جو ڪو نياپو ٿو موڪلي. هنڪي ته ميران کي ٽڙڦائڻ جي عادت پئجي ويئي آهي.

ڪوئي ڪهيه ري پرڀو آون ڪي، آون ڪي من ڀاون ڪي.
آپ نه آوه لکه نهين ڀيجه، ٻانڻ[2] پڙي للچاون[3] ڪي.
اي دوئي نئڻ ڪهيو نهين مانه، نديان ٻهه جئسي ساون ڪي.
ڪها ڪرون ڪڇ نهين بس ميرو، پانکه نهين اُڙ جاون ڪي.
ميران ڪهه پرڀو ڪب رِ ملوگي،
چيري ڀئي هون ٿيري داناڻ[4] ڪي.
(ميران ٻرهتپداولي صفحو ٥٣)

## اَندر جي آرسي

هيءُ ميران جي آتم ڪهاڻيءَ جي پدن مان هڪ آهي. جنهن مان ظاهر ٿئي ٿو ته ڪهڙي طرح راڻي جي رڪاوٽن يا ظلمن ۽ ماڻهن جي گلا جي پرواهه نه ڪري، ڀڳتي مارگ ۾ اٽل رهي. هوءَ چوي ٿي ته ستگروءَ هن کي پنهنجي شرڻ

---

١. پڪارڻان ٿي. ٢. عادت. ٣. سڪائڻ.
٤. طريقو، ڍنگ، ڪڇ ودوان داناڻ جو مطلب داسي به ڪيو آهي.

اندر ۾ ئي آرسي ڏيکاري آهي يعني هن جي اندر روحاني
منڊلن جا نظارا پرگهٽ ڪيا آهن ۽ هن جون سرت ۽ نرت
ٻئي جاڳي چڪيون آهن. هن کي سهاڳ يعني پتيءَ روپي
پرميشور مليو آهي. ميران چوي ٿي ته گهٽ جي يعني اندر
جي الهيءَ ڀيد جي هر ڪنهن کي جاڻ ڪانهي.

"راڻا جي اب نه رهونگي تو ري هٽڪي[1].
ساڌ سنگ موهين پيارا لاگي، لاج گئي گهونگهٽ ڪي.
پيهر مينڙتا ڇوڙا اپنا، سرت نرت دوءِ چٽڪي[2].
ستگرو مکر[3] دکايا گهٽ کا، ناچونگي دي دي چٽڪي.
هار سنگار سڀي لئو اپنا، چوڙي ڪر کي پٽڪي.
ميران سهاڳ اب موکون درسا، اؤر نه جاني گهٽ کي.
محل قلعا راڻا موئه نه چاهي، ساري ريشم پٽڪي.
هئي ديواني ميران ڊولي، ڪيس لٽا سب چٽڪي."
(ميران سڌا سندو صفحو ٢٨٠)

## پريم جو ڏوراپو

پريوءَ ۾ سنگدليءَ جو ڏوهه مڙهيندي ميران چوي ٿي
ته مون ڀينجي نرموهي پريتم جي پريت کي ڏٺو، منهنجي
دل ته پريم جي لنئو لڳائي، هنن خود اهڙي ريت هلي هن
مون کي وڇوڙي جو ڏک ڏنو آهي. هيءَ پريم جي ڪهڙي
ريت آهي جو پيارن نه ميلاپ روپي امرت جي بخشش
ڪري ۽ هينئر وڇوڙي جي زهر جو پيالو پيئاري رهيو آهي.
پد جي پڇاڙيءَ ۾ ميران چوي ٿي ته هي پريو، تون ته سڀني
جو سوامي آهين، تون به عام رواجي سنسارين وانگر مطلب
جو ماڻت ڇو بڻيو آهين؟ ڏوراپي جي سخت لفظن جي پويان
ميران جي پريم ڀري نمرتا به هن پد ۾ آهي.

١. رڪيل. ٢. جاڳرت ٿيون. ٣. آرسي.

”جائو هري نرموهڙا، ڄاڻي ٿانري پريت.
لگن لگي جد پريت اور هي، اب ڪڇ اَولي[1] ريت.
امرت پاءِ ڪي وش ڪيون ڏيجئي، ڪوڻ[2] ڳانو ڪي ريت.
ميران ڪي پڀو هري اَوناسي، اَپڻي غرج ڪي ميت.“
(ميران سڌا سندو صفحو ١٧٨)

## جيڪڏهن مون کي صاحب ملي

هن نظم ۾ ميران چوي ٿي ته هڪ دفعو جيڪڏهن پريو سامهون اچي وڃي ته مان پنهنجي نيڻن سان هن ڏانهن نهاريندي رهندس. اندر پڻ روحاني منڊلن جي سفر ڏانهن اشارو ڪندي هوءَ چوي ٿي ته ”ترڪٽي جي چوٽي“ تي مان پريوءَ طرف ٽڪٽڪي لڳائي ڏسندس ۽ ڇٽيهن ٽڪين استان سن-منڊل ۾ وڃي، پنهنجي سرت يعني آتما کي ايڪاگر ڪندس.

”نيڻن ٻنج[3] بساڻون ري، جو مين صاحب پائون ري.
ان نيڻن ميرا صاحب بسعا، ڊرتي پلڪ نه نائون[4] ري.
ترڪٽي محل ۾ بنا هئي جهروڪا، تهان سي جهانڪي لڳائون ري.
سن محل ۾ سرت جمائون، سک کي سيج بڇائون ري.
ميران کي پڀو گرڌر ناگر، ٻار ٻار ٻلي جائون ري.“
(ميران ٻرهت پداولي صفحو ١٢٧)

## ٻئي ڪنهن ديوَ کي نه ڄاڻان

جدا جدا ديوين ديوتائن جي پوڄا، گنگا جمنا وغيره ندين ۾ سنان ۽ پرياگ ڪاشي وغيره تيرٿن جي ياترائن جو کنڊن ڪندي ميران چوي ٿي ته مونکي صرف پريوءَ جي ئي چرنن جو ڀروسو آهي ۽ مونکي اندر صرف انهيءَ جي درشن جي ئي پياس آهي.

---

١. اُلٽي. ٢. ڪهڙي. ٣. واپار.
٤. جهمڪايان يا بند ڪريان.

”ٻن ڄاڻون چرنن کي داسي ري، داسي مٿي ڀئي اُداسي.
اؤر ديو ڪوئي نه ڄاڻون، هر ٻن ڀئي اُداسي.
نهين نهاؤن گنگا نهين نهاؤن جمنا، نهين نهاؤن پرياگ ڪاسي.
ميران ڪهي پريو گرڌر ناگر، چرن ڪمل کي پياسي.“
(ميران سڌا سنڌو صفحو ٨١٥)

## تنهنجي شرن ۾ پيئي آهيان

ميران چوي ٿي ته اَليک ساهرمکي لڄا پاڻ ڪري ؟ سڀني ٽيرٿن جي ياترا ڪري ته من وس ۾ نه آيو. هي پريو، مان هيئر تنهنجي شرن ۾ آئي آهيان، جيئن ٻه وڻئي مون کي تار، هن جڳت ۾ منهنجو ڪير نه ڪرنهي. مون کي صرف تنهنجو ئي سهارو آهي.

”مٿن لو ٽيري سرڻ پڙي ري راما، جيون ڄاڻي جيون تار.
اَڙسٺ ٽيرٿ ڀوم ڀرم آيو، مَن نا هين ماني هار.
يا جڳ ۾ ڪوئي نهين اَپڻان، سنيئه سترون مرار.
ميران داسي رام ڀروسي، جم ڪا ڦند نوار.“
(ميران پرهتهداولي صفحو ٢٢٤)

## لگن لڳي

ميران گروءَ لاءِ پنهنجي پريم ۽ سندس درشن جي اِڇا ظاهر ڪندي چوي ٿي ته هن کي گروءَ جي چرنن کان سواءِ ڪجهه به سٺو نٿو لڳي. گروءَ جي ڪرپا سان سنسار جي مايا هنکي سپني وانگر مٿيا لڳي ٿي ۽ سنسار روپي ڀؤ ساگر هن لاءِ سڪي ويو آهي. هيئر اُلهيءَ مان ترڻ جي هنکي ڪا به چنتا ڪانهي. هن کي صرف گرو درشن جي آس آهي ۽ پريوءَ کي اِهائي وينتي ڪري ٿي ته گروءَ جي شرن بخش.

”موهي لاڳي لگن گرو چرنن کي.
چرن بنا ڪڇوءَ[1] نهين ڀاوءِ، جڳ مايا سب سپنن کي.

---

١. ڪجهه.

ٻيڙو ساگر سب سُوک ڪيوُ هئه، فڪر نهين موهه ڪرڻ ڪي.
ميران ڪي ٻرڀو گرڌر لاڳر، آس وهي گرو-سرن ڪي."
(ميران ٻرهت پداولي صفحو ۲۳۵)

## جيڪو نندا ۽ گلا سهي

ٻرڀوءَ جي ڀڳتن کي هميشه دنيا دارن دوارن گلا ۽ نرادر برداشت ڪرڻو پيو آهي. ميران جي زندگيءَ جي به اها ئي ڪٿا رهي آهي. هن گهرائي پد ۾ هوءَ سنتن جي گنڀيرتا ۽ سهن شڪتيءَ ڏانهن اشارو ڪندي چوي ٿي ته سنت يعني سچا ڀڳت اصلي هيري وانگر هٿوڙي جي چوٽ برداشت ڪري ٿو، پنهنجي ايڪاگرتا ۽ روحاني پوترتا نٿا وڃائين. پد جو سار هن طرح آهي. ڪير ڪٿري ته گلا ۽ طعني جا لفظ چوي، انهيءَ کي چوڻ ڏيو. اسانکي ٻرڀوءَ جي ڀڳتيءَ کان هٽڻ نه گهرجي. دنيوي انسان ۽ ڀڳت نيارا هوندي به سنسار ۾ گڏ رهندا آهن، انهن مان سچو ڀڳت يا سنت اسين ڪيئنڪي چونداسين؟ سچو ڀڳت انهيءَ کي سمجهو جيڪو سڀني جا طعنا ۽ سخت وچن شانتيءَ سان برداشت ڪري. هيري ۽ پٿر جو جيڪڏهن ٻاهران ٻهي جو روپ ۽ رنگ ساڳيو ڏسڻ ۾ اچي ته اسين اصلي هيري کي ڪيئن سڃاڻنداسين؟ اصلي هيرو اهو ئي سمجهو، جنهن جو روپ ۽ پرڪاش مترڪي جا انيڪ ڌڪ کائي به نٿو بدلجي. ميران چوي ٿي ته ٻرڀوءَ جي چرن ڪمولن کي پنهنجي دل ۾ وسائي رکو.

”ڪرڻي ڪهي لپٽي ڪهوا ري ڊئسي،
آهٽي هر ٻڻن مان رهسي ري.
اگت ڀڳت ٻي جدا نهي چئي،
ليمان ڀڳت ٻڻرن ڪوني ڪهسي ري.
ڀڳت پٽون لب جاٽيئي آهڻ،

سؤنهان ميڻان سهڻي ري.
هيرا لي ڪڏڪر اڪيج رنگا،
ننڍان هيراڻ ڪوني ڪهڻي ري.
هيراڻون لب جاٽيڻي آهڻ،
گهاو گهٽيرا سهڻي ري.
ٻالي ميران کي ٻريو گرڌر ناگر،
چرڻ ڪمل ٻر چت ڏيڻي ري."
(ميران سڌا سنڌو صفحو ۴۰۳)

## پريم ديواني

پڳتن ۽ ٻرهمڻن کي سنساري ماڻهو مستانو سمجهندا آهن. پرمي ٻرماتما جي ياد ۾ هميشه مست رهندا آهن ۽ سندن آندروني حالت کي رواجي ماڻهو ننا سمجهي سگهن. اهڙن ٻرهمڻن جي سار سنڀال خود ٻرماتما پاڻ ڪندو آهي ۽ انهن جا سڀ ڪم ڪاريون خود سنواريندو آهي. ميران چوي ٿي اهڙي پريت پيدا ڪرڻ ئي منش جنم جو مقصد آهي ۽ جيڪڏهن اهو مقصد پورو ٿي وڃي ته پوءِ باقي ڪجهه ڪرڻ لاءِ نٿو رهي.

پر جو سار ٻيا آرت. ديواني؟ ها مان ديواني آهيان پر اهڙي طرح ٿي مون کي ٻريوءَ جو ٻريم روپي فائدو حاصل ٿيو آهي. ٻهرين بيشمار جڳن کان مان اصليت کي سمجهي نه سگهيس ۽ منهنجو من مايا جي ٻنڌن ۾ ڦاٿل رهيو. مان ڀؤساگر ۾ ٻڏڪي رهي هئس ته ٻريو خود ئي منهنجي مارگ ۾ اچي مليو. جيڪڏهن مان ديواني آهيان ته هريءَ جي ٻريم ۾ ئي ديواني آهيان. منهنجي هن حالت کي دنيا وارا ڇا سمجهي سگهندا؟ جنڪو آنند ديوي ديوتائن لاءِ دُرلڀ آهي، انهيءَ آنند جو رس هيءَ ديواني روز وٺي ٿي. مون کي منهنجي مالڪ ئي پنهنجي ٻريم ۾ مستانو ڪيو آهي، منهنجي سواميءَ

تي مون کي انهيءَ مستيءَ ذريعي نرمل ۽ پوتر ڪيو آهي.
منهنجي پورب جنم جي سنسڪارن ۽ پرڀو سڀ تي پريو
پنهنجو هٿ وڌائي مون کي پنهنجو ڪيو آهي. هي سنساري
انسان، توهين مونکي ديواني چئو ٿا چئو. هن ديوانيءَ
جا ته سڀ ڪم پرڀو پاڻ ئي پورا ڪندو آهي. جنکي سنسار
جا سک، دکن وانگر محسوس ٿين ٿا، اهڙا انسان مري ڪيئن
ٿا سگهن يعني هو ته جيئري ئي موت تي ڪاميابي حاصل
ڪن ٿا. هن ديوانيءَ کي ته سنتن جي چرڻن جي شموا ڪانسواءِ
ٻيو ڪجهه نٿو اچي. ميران چوي ٿي ته پنهنجي مستيءَ ذريعي
هن پرڀوءَ کي پاتو آهي. هن جا سڀ ڪارج پورا ٿي ويا ۽
هن کي پنهنجي مقصد جي پراپتي ٿي وئي آهي.

”گهيلان، امي گهيلان ري، امي گهيلان مان گڻ لاڏيو.
آڳي ته امي ڪانه نه جاڻيون، هن مايا مان ٻانڌيون.
ڀوساگر مان ٻلا ٻڌيان، مارڪ مليا ماڏون.
گهيلان تو امي هريان گهيلان، در جيها شون جاڻي.
جي رس ديوي ديو ني درلڀ، ٿي رس گهيلان ماڻي.
گهيلان تو امي هرکئي ڪيدان، نرمل ڪيدان ناٿي.
پورب جنم ني پريت لڳي امي، هرکئي جهاليان هاٿي.
گهيلان گهيلان ٿمي شون ڪرو، گهيلانون ڪام هر ڪرشي.
سکهون ڪيتان دکڙ لاڳي، ٿي نر ڪيالٿي مرشي.
گهيلان تو امي ڪانه نه جاڻتان، ساڌو چرڻو سيويان.
ميران کهي پرڀو گيرڌر نا گڻ، سمجهي ڪارج سيڌيان.“
(ميران سڌا سندو صفحو ۴۸۳)

## پريم جو ٻج

جڏهن ڀڳت پرماتما جي پريم جي مارگ ۾ پهريون قدم رکي ٿو ته ماڻهو سندس ساراهه ڪندا آهن. پر جڏهن ڪجهه عرصي بعد ڀڳتيءَ جو ٻج ڦٽي هڪ وڏي وڻ جو روپ

اختيار ڪري ٿو ۽ ڀڳت جو ٿئي، من ۽ پراڻ ٻنهي جي پريتم جي ياد ۾ ٿي سمايل رهن ٿا ۽ ڀڳتيءَ جون مختلف رستون، رسمون، پوڄا پاٺ، جپ تپ وغيره ڀڳت لاءِ ڪا معنيٰ نٿا رکن، تڏهن اهي ٿي سنساري ماڻهو هن جي نڪته‌چيني ۽ گلا ڪرڻ شروع ڪن ٿا. ٻنهي جي زندگيءَ ۾ ميران کي به اهڙي مشڪلات کي منهن ڏيڻو پيو. هن پد ۾ هوءَ چوي ٿي ته هميشه هوءَ پريم جي راهه تان جيڪڏهن چاهي ته به هٽي نٿي سگهي ڇاڪاڻ ته هن کي ڪناري يا منزل جي جهلڪ ڏسڻ ۾ اچي رهي آهي. ميران ڀڳتيءَ روپي امرت جي بوند پيتي آهي ۽ اها هن جي اندر سمائجي وئي آهي.

”گوبند سون پريت ڪرت، تبهي ڪيون نه هٽڪي.
اب تو بات ڦيل پري، جيسي بيج بٽ ڪي[1].
بيچ ڪو بچار ناهين، ڇاني پري لٽ ڪي[2].
اب چوڪو تو تور ناهين، جيسي ڪلا نٽڪي[3].
جل کي گهري گانٺ پري، رسنا گن رٽ ڪي[4].
اب تو ڇڙاي هاري، بهت بار جهٽڪي.
گهر گهر ۾ گهول منول[5]، باني گهٽ گهٽ ڪي[6].

---

١. ٻڙ جي ٻج وانگر پريم وڌي وڻ ٿيو آهي.

٢. هميشه وچ ۾ ڇڏڻ جو سوال ئي نٿو اٿي ڇو ته ڪنارو نظر اچي رهيو آهي.

٣. جيئن نٽ ڏورڙيءَ تي هلڻ جي ڪلا ڏيکارڻ وقت ڌيان کي ايڪاگر نه ڪندو آهي ته هيٺ ڪرندو آهي.

٤. منهنجي رسنا يا زبان کي اهڙي طرح نام رٽڻ جي عادت پئجي وئي آهي، جيئن پاڻيءَ ۾ پيل ڳنڍ کلي نٿي سگهي، اهڙي طرح نام جي سمرڻ جي عادت ڇڏجي نٿي سگهي.

٥. گلا ۽ طعنا. ٦. هر هڪ جي مک مان الڳ الڳ ڳالهه ٻڌڻ ۾ ايندي آهي.

سڀ ھي ڪر سيس ڏاري، لوڪ لاڄ ٽٽڪي[۱].
مد کي ھستي سمان، ڦرت پريم لٽڪي.
داس ميران ڀڳتي اُٻنڌ، ھرديه بيچ گڏڪي."
(ميران سڌا سندو صفحو ۳۷۷)

## هنس چڳي رهيو آهي جُوئر

آتما جيڪا ڪنهن وقت پنهنجي نج ڌام ۾ آنند ماڻي رهي هئي، هن سنسار ۾ اچي گندي تي پئي آهي. اهڙي وچار کي ميران هڪ هنس جي مثال ذريعي سمجهائي ٿي، جنهن مانسرووَر جي نرمل جل کي ڇڏي هن سنسار جي گندگي ڀريل تلاءَ ۾ اچي نواس ڪيو آهي.

"ماڻو ٻنا ٻستي اُجار، ميري ٻالوي[۲].
ايڪ سمنڊ موتين کي ڏوڪي، هنسا چڳت جوار.
سرور چانڊ ٽلتيا ٻٽني، پنک ليپت رهي گار.
سرور سوکي ٻرور ڪمهلاڻي، هنسا چلي اُڏار.
ميران کي پرڀو ڪب ري ملوگي، لاڳي پڄا پسار."
(ميران ٻرهت پداولي صفحو ۱۸۵)

## اسار سنسار

سنسار کي بي بقا سڏي ميران ڀڳتي ۽ پريم جي مارگ کي هلڻ لاءِ اُتساهه ڏئي ٿي. تيرٿ، ورت، سنان، جوڳ، وئراڳ وغيره سڀ بيڪار آهن. انهن سڀني ڪرڻ سان به جيوَ کي وري سنسار ۾ اچڻو پوندو. انسان کي پنهنجو انمول جنم اهڙيءَ طرح ٻاهرمکي ڪرم ڪانڊ ۾ برباد ڪرڻ نه گهرجي.

---

۱. جنهن لوڪ لڄا جي سڀ پرواهه ڪندا آهن، انهيءَ کي مون هڪ طرف رکي ڇڏيو آهي.
۲. منهنجي لاءِ.

”ڀڄ مَنَ چرن ڪنول اَبناسي.
جيتائي ڏسي ڌرن گگن وچ، تيتائي سڀ اُٿ جاسي.
ڪها ڀيو تيرٿ ورت ڪينهي، ڪها ليئي ڪروٽ ڪاسي.
اِس ديهي ڪا گرب نه ڪرنا، ماٽي ۾ مل جاسي.
يه سنسار چهر ڪي باجي[1]، سانجهه پڙيان اُٿ جاسي.
ڪها ڀيو ڀڳوا پهريان، گهر تج ڀئي سنياسي.
جوڳي هوئي جڳتي نهين جاڻي، الٽ جنم ڦر آسي.
عرج ڪرُون اَبلا ڪر جوڙي، سيام تمهاري داسي.
ميران ڪي پرڀو گرڌر ناگر، ڪاٽو جم ڪي ڦانسي.“
(ميران ٻرهت پداولي صفحو ١٦٠)

## گرُو چرنن جي مهما

هن گهرائي پد ۾ ميران جپ تپ تيرٿ وغيره جي ڀيٽ ۾ گرو ڀڳتيءَ کي وڌيڪ اهميت ڏني آهي. هوءَ چوي ٿي ته اهو ڀيد پيا گيان ڪيس پنهنجي گروءَ کان ئي مليو. پد جو اَرٿ هن طرح آهي- منهنجي گرو ديو منهنجن ڪنن ۾ اها ڳالهه چئي (يعني مونکي اهو ڀيد ڏنو) ته جپ تپ، تيرٿ وغيره شڀ ڪرمن جو ڦل گروءَ جي چرنن ۾ وڃڻ سان خود بخود حاصل ٿئي ٿو. چئن پدارٿن (ڌرم، اَرٿ، ڪام، موڪش) جو سک به گروءَ جي چرنن ۾ ئي آهي. هي پريتم منهنجي پريم کي سوڪار ڪري منهنجي هردي روپي مندر ۾ اَچ. منهنجي ذات، وَرڻ، گڻن، ڏوهن وغيره کي نه ڏس. ميران چوي ٿي ته هي پريو، مان تنهنجن گڻن جو ئي ڌيان ڪندي آهيان ۽ توکي اهائي وينتي ڪريان ٿي ته موت جي مشڪل وقت منهنجي سار سنڀال ڪج.

---

١. پکين جي راند جيڪا شام ٿيڻ سان ختم ٿي ويندي آهي.

"گرو ئي کهيوُن ڪرڻ مان هو شامليا جي.
جپ لپ ليرت چاؤ پداورت ڏي مارا.
گرو جيما چرڻ مان هو شامليا جي.
پرڀي ڪرئي ساري سڌري پڌارو وهالا.
نہ جوشو جات ورڻ مان هو شامليا جي.
ٻائي ميران ڪهي پريو گرڌر نا گڻ وهالا.
آڙي آوجو مارا مرڻ مان هو شامليا جي."

(ميران سڌا سڌو صفحو ٣٣٥)

## پريم جي لگن

پرماتما لاءِ پنهنجي گهري پريم کي ظاهر ڪندي ميران چوي ٿي تہ منهنجي لوسان لڳل پريت هيٺئر ڇڏجي نٿي سگهي. جيئن متر کي جا ڏک ڪاٽي هيرو نٿي نٿو ٻاڪ وڏ لڪ چمڪي ٿو، ساڳي طرح دنيا جا طعنا ۽ تنهنجي جدائيءَ جي ڏک جون چوٽون برداشت ڪري بہ منهنجو پريم اٽل آهي. تون منهنجي من ۾ اهڙي طرح سمايل آهين جهڙي طرح ڪنول جي ڏانڊي هميشه پاڻيءَ ۾ رهندي آهي. پد جي پڇاڙيءَ ۾ ميران چوي ٿي ڌ. هي سواءِ، مان تنهنجي پريم ۾ مگن آهيان، تون ئي منهنجي پريت کي اپاءِ.

"هيري[1] روڙي[2] لاڳلي[3] ڪيسي ڇوٽي.
جيسي هيرا هڻت[4] تھائي[5]، تيسي هم روڙي ٻن آئي.
جيسي سونا ملت سوهاگا، تيسي هم روڙي دل لاڳا.
جيسي ڪمل نال بچ پاڻي، تيسي هم روڙي من ماني.
جيسي چندر ملت چڪورا، تيسي هم روڙي دل جورا.
جيسي ميران پتي گرڌاري، تيسي مل رهه ڪنج ٻهاري."

(ميران سڌا سڌو صفحو ٣٩٨*)

---

١. اسانجي. ٢. لوهان سان. ٣ لڳل لڳن. ٤. ڏک ڪاٽي ٿو. ٥. متر ڪو. * ميران جو هيءُ شبد "اوڌ ٻوليءَ" ۾ آهي.

## روحاني ڌوٻي

ميران هريءَ جي جن ٻهڙي گروهه جي مشابهت ڌوٻيءَ سان
ڪندي چوي ٿي ته جيڪڏهن گروءَ شهن جي من کي
ڌوئي ڇڏي ته هو وري ڪڏهن به گندو نه ٿي سگهندو.
هو سمرڻ روپي صابڻ ۽ پريت روپي پاڻي ڏيڻ سان من کي
ڌوئي سيل وغيره جهڙن اهم گڻن سان ڪيس سجائي ٿو. هن
ٽن روپي ٻهري ۾ من روپي طوطي کي جڳاهه ته هو پريوءَ
جو نام جپيندو رهي.

”ڌوٻيان[1] نه مٽلا هوءِ هرڪجن ڌوٻيا من ڌوءِ.
موهه ڪا قندا ڪاٽ مؤرک، ٽانڻي ٽن کي ٿوڙ[2].
پانچ پچيسان ني گارد[3] ڪرلي، مندر[4] ڍولا جوءِ.
سؤرت صابڻ پريت جل سي، ڪميان شيل سنجوءِ[5].
اَئسي ڌووت ڌوٻيا، ڦير نه مٽلا هوءِ.
ٽن ڪا پنجرا من ڪا سؤٽا، هردا ۾ هوي گڻ بول.
ميران کي پريو گرڌر ناگر، جيوڻا ڏن دوءِ.“
(ميران سڌا سندو صفحو ٧٥٠)

### شرح

سچي ڀڳتي ۽ پريم پنهنجو پاڻ کي پريتم جي مٿان قربان
ڪرڻ ۽ سندس رضا ۾ راضي رهڻ آهي. اهڙي پاولا کي
ظاهر ڪندي ميران فرمائي ٿي ته مان پنهنجي پريتم کي هر
طرح رجهائڻ جي ڪوشش ڪندس. جيڪي ڪجهه هو
ٻڌائيندو، اهو پاڻي پاڻ کي شڪي سمجهندس، جيڪي ڪج

---

١. ڌوئڻ ٿي. ٢. آلما ٽان ٽن روپي پڙدو پا ٿهه هٽاءِ.
٣. ختم ڪر. ٤. سيمي سنتن مش روپي شرير کي هريءَ جو
مندر چيو آهي. ٥. اوگڻن بدران سيل وغيره گڻن کي ڌارڻ
ڪرڻ.

هو ڏيندو اهو ئي کائيندس، جيئن ته ۽ جتي به هو رکندو،
اُتي ۾ راضي رهندس. مون پنهنجو پاڻ کي هنجي مرضيءَ
تي ڇڏي ڏنو آهي جيڪڏهن هو موٽڪي وڪڻڻ به چاهي ته
مان خوشيءَ سان وڪامجي ويندس.

"مٺڻ سو گرڌر کي گهر جائون.
گرڌر مهارو سانچو پريتم، ديکت روپ لڀائون.
رئڻ پڙئه تب هي اُٿ جائون، ڀور ڀئي اُٿ جائون.
رئڻ دنا واکي سنگ کيلون، جيئن تيئون تاهه رجهائون.
جو پهراوئه سو ئي پهرون، جو ڏي سو ئي کائون.
مهري انکي پريت پراڻي، اُڻ بن پل نه رهائون.
جهان بٺاوي تِت هي بٺون، ٻيچئه تو ٻڪ جائون.
ميران کي پرڀو گرڌر ناگر، ٻار ٻار ٻلي جائون."
(ميران سڌا سدڌو صفحو ٣٧٩)

## جنم مرڻ جو سائي

پنهنجي ورهه جي وياڪلتا کي ظاهر ڪندي ميران پرڀوءَ
سان ملڻ لاءِ پرارٿنا ڪري ٿي. هوءَ راتيان ڏينهن هنجي اچڻ
جي راهه نهاري ٿي ۽ هنجي درشن لاءِ وياڪل هنجا نيڻ،
لڙڪ وهائيندي وهائيندي ڳاڙها ٿي ويا آهن. پرڀوءَ جي
ميلاپ جي مارگ ۾ من هڪ وڏي رڪاوٽ آهي. ميران
پنهنجي ستگروءَ کي وينتي ڪندي چوي ٿي ته، منهنجو من
تمام ظالم آهي. هو مست هاٿيءَ وانگر چنچل آهي. هي
ستگرو! تون پنهنجو انڪش رکي مهر جو هٿ منهنجي مٿي
تي رکه جيئن منهنجو من وس ۾ اچي.

"مهاري جنم مرڻ را ساٿي، ٿانئي نهين بسرون دن راتي.
ٿان ديکيان بن کل نه پڙت هئي، جانت ميري ڇاتي.
اونچي چڙهه چڙهه پنٿ نهارون، رويه رويه اکيان راتي[1].

---

١. ڳاڙهيون ٿي ويون آهن.

ٻيو سنسار جڳ جهوٺو، جهوٺا ڪل را ليائي[1].
دوڙ ڪر جوڙيان عرض ڪرون ٿي[2]، سڻ ليجيو ميري بائي.
ٻيو من ميرو بڙو حرامي، جيئن مدمالو هاٿي.
ستگرو هاٿ ڌرو سر اوپر، آنڪس دئي سمجهائي.
پل پل پيو ڪو روپ نهارون، نرک نرک سک پائي.
ميران ڪي پرڀو گرڌر ناگر، هري چرنان چت لائي[3]."
(ميران سدا سڌو صفحو ١٦٧)

## سچو سودو

پنهنجي ڪتب جي ماڻهن جي لطيفن جي جواب ڏيندي ميران چوي ٿي ته هن انهيءَ امول پرڀوءَ کي خريد ڪيو آهي يعني پرڀوءَ کي اوريءَ طرح پنهنجو ڪيو آهي ۽ پرڀو جي وس آهي، پرڀو هن جو ٿي ويو آهي. ٻيا ماڻهو چون ته هن سستو سودو ڪيو، ڪنهن يعني پرڀو جي مارڳ ٿي هلي امڪ اهو ڪيو پر ميران پڪاري چوي ٿي ته هن هڪ ٻي ٻها، قيمتي ۽ سچو سودو ڪيو آهي.

"مائي ري مين تو لينو گوونڌو مول.
ڪوئي ڪهي ڇاني ڪوئي ڪهي چوڙي، لينو ري بجنتا ڍول.
ڪوئي ڪهي مهنگو ڪوئي ڪهي سستو، لينو ري تراجو تول.
ڪوئي ڪهي ڪارو ڪوئي ڪهي گورو، لينو ري امولڪ مول.
ياهي ڪون سب لوڪ جاڻت هئي، لينو ري آنکي کول.
ميران ڪون پرڀو درسڻ ديجو، پوروب جنم ڪا قول."
(ميران پرڀت داولي صفحو ١٨٣)

## جلدي اچي مل

پنهنجي روپ ۽ گڻن سان ڪنول نيڻن واري پرڀوءَ ميران جي دل کي موهي ڇڏيو آهي. پرڀو روپي تير سان هن جي هردي کي گهايل ڪري، پاڻ همٿ هن کي جدائيءَ جي

---

١. ڪتب ۽ مت مائٽ. ٢. ڪريان ٿي. ٣. ولل، لين، مگن.

ٻي اَنيڪ ٻيڙا، سهڻا لاهه چڙهي ويو آهي. هنڪي خبر آهي ته
هن جو پريتم هن جي ويجهو آهي، ٻيو ڪوئي، جو نه پريو
من جي شرير اندر نواس ڪري ٿو. پر اندر وڃڻ بعد
پنهنجي پريتم جي درشن نه ٿيڻ سبب هوءَ ڪيس پرارٿنا
ڪري ٿي ته جلدي اچي مون سان مل.

”من همارا ٻاندو ماڻي، ڪنول نئن اينهي ڳن.
ليکڻ تيرو ٻند شرير، ڏور ڳيو ماڻي.
لاڳيو لب جانيو نهين، اب نه سهيو جائي ري مائي.
تنت منت[1] اوشڌ ڪرئي، تئُو پير نه جائي.
هئي ڪولو اپڪار ڪري، ڪٺن درد ري مائي.
نڪٽ هو تم دور نهين، ٻيگ ملو آئي.
ميران گرڌر سوامي ديال، تن کي لپٽ بجهائي ري مائي.“
(ميران پرهتپداولي صفحو ١٧٤*)

## ابناسي وَر

اناد ڪال کان هن پيالڪ سنسار ساگر ۾، ڏکي رهڻ بعد
ستگروءَ جو ميلاپ حاصل ڪري ميران ترِي ويئي آهي. پنهنجي
روحاني آنند ۾ مگن ٿي هوءَ چوي ٿي ته مون کي اهڙو ور
مليو آهي جيڪو اکنڊ ۽ ابناسي آهي. پر جو ارٿ هن طرح
آهي، هي سگهي، مون ته اهڙو ور حاصل ڪيو آهي جيڪو
امر ۽ ابناسي آهي. ڪٽنب ۽ مت مالت ته سڀ مطلبي آهن،
مون انهن جي چار مان ڇڏنڪارو پاتو آهي. هن سنسار ۾ جنم
وٺي مون کي ڪيترا ئي ڏک مليا ۽ گهر جي ڏنڊن ۾ ٿي
قائل رهيس. هيءَ سڄو سنسار اڻڪارمي ۽ خوفناڪ آهي،
انهيءَ کي ڏسي مان ٿر ٿر ڏڪڻ لڳس. هن ڀوساگر ۾ مون
ڪيترا ئي ڪشٽ ڀوڳيا ۽ چوراسيءَ جي چڪر ۾ ڦاسندي

---

١. جنتر منتر. *ميران جو هيءُ پد شري آد گرنٿ جي
ڪن پراڻن ڇاپن ۾ به ملي ٿو.

رهيس. هن جنم ۾ سنتن جي سنگت حاصل ڪري مون کي بيحد سک مليو ۽ اندر ايڪاگر ٿي سگهيس. پنهنجي ستگروءَ جي ڪرپا سان هينئر مان ڀوساگر مان ترِي وئي آهيان. ميران چوي ٿي ته هي ڀريو، تنهنجي ديا سان ٿي مان سنتن جي چرڻن ۾ پهتي آهيان.

"اکيد ور لي ڌري سهائي، هون تو اکيد ور لي ڌري.
کٽب سهودر سوارٿنا سؤ، پرپنچ تي پرهري.
جنم ڌريئي مها دک پامي، گهرنو تي ڌنڌو ڪري.
سرڌ سنسار پيڪر ڪالو، تي ديکي ٿرٿري.
ڀؤساگر مان مها دک پامي، لکش چؤراسي ڦري.
سنت سنگت مان مها سک پامي، ڀٽي ايڪاٽي ٿري.
شري ستگرو تي ڀراڻ ڪريا ٿي، ڀؤساگر هون تري.
بائي ميران کهي ڀريو گرڌر ناگرڻ، سنت چرڻ مان پڙي."
(ميران سڌا سندو صفحو ٣٨٤)

## چرخو

هن پد ۾ ميران چوي ٿي ته مان هن منش ديهي روپي چرخي کي ڪهڙي طرح ڪتيان، جاڪاڻ ته ڀريوءَ پيا منهنجي جيون روپي چرخي جو ڌاڳو بار بار ٽهي ٿو وڃي. منهنجي چرخي کي هڪ ماهر ڪاريگر (ڀريوءَ) ٺاهيو آهي. هينئر مان من جي مالها (پڃي) لاهي، چرخو ڪتي رهي آهيان. ڀرم روپي ڀڃاري منهنجي ڪجهه ڀڃي آهي ۽ گيان جي ڀڃيءَ (لڪتي) ٿي اُنهيءَ جي پٽي لاهي آهي. پر پنج اندريون روپي سکيون مون سان گڏ ڪتڻ لاءِ ويٺيون آهن، جي ڪي سُت کي غلط پاسي ڇڪي رهيون آهن. سهاڳڻ[1] آتمائون

---

١. اُها آتما جيڪا پرماتما سان اَندر ميلاپ ڪري چڪي آهي.

تمام هوشيار ڪتڻ واريون آهن، اُهي سٽ کي گگن[1] ۾ ڪڍي ڇڏيون وڃن. اُهي گيان روپي سٽ ڪتي، اُتهيءَ جي چُنڙي تيار ڪري، سڌو سيدي ڪان اونچي بزار ۾ وڪڻڻ لاءِ وڃن ٿيون. منهنجو سٽگرو هڪ نهايت اُتم واپاري آهي، هو منهنجي ڪتيل سٽ جي بدران هڪ اَنوکو ملهه ڏياريندو آهي. ميران چوي ٿي ته مان خوشيءَ سان، آنند سان گروءَ کي ڏسندي آهيان ۽ سندس گڻ ڳائيندي آهيان.

"رهٽيا[2] ني ڪس وٽ ڪاتون اي ماءِ،
هري بنا جيوڙو نڪسيو جاءِ.
سڄڻ ڪاريگر مهاڻي رهٽيو گهڙ ڏيئو،
مسا ري مال بناسيان اي ماءِ.
پرسر. پيماري مهاڻي روئي ٻن ڏيئي،
گيان ڪير هاٿ پراڻي اي ماءِ.
پانچ سکيان مل ڪاتڻ بيٺي،
اُلٽائي تار چڙاوي اي ماءِ.
سرت سواگڻ بڻ ڪتوارڻ،
تار گگن ۾ لي جاوي اي ماءِ.
گيان سوٽ ڪو بنڌي گنڍيا،
سوڌي[3] سکر گڙ جاوي اي ماءِ.
سٽگرو مهارا بڙا هي سوداگر،
سوگي وستو[4] ڏرائي اي ماءِ.
ميران ڪهي پريو گرڌر ناگر،
هرک نرک گڻ گاوي اي ماءِ.
(ميران سڌا سنڌو صفحو ٧٥٧)

---

١. آتما جي اندرئين سفر جي اُن منزل کي گگن چئجي ٿو. ٢. چرخو. ٣. سڌو. ٤. اُلم يا پورن پداوت (پربهوءَ جو ميلاپ.)

## ستگروءَ جي ڪرپا

هن نمديءَ پد ۾ ميران اندر ستگروءَ جي درشن پراپت ڪرڻ
جي آنند جو ورڻن ڪندي چوي ٿي ته جڏهن مونکي اندر
ستگرو مليو ۽ جڏهن هن ڪرپا ڪئي تڏهن پريوءَ درشن ڏنو.
ستگروءَ مونکي اهو شبد ڏيکاريو[1]، جنهنجو مان انس آهيان ۽
منهنجي ڌيان کي شبد جي ڌن سان جوڙيو.

”مُنهن تو راجي ٿئي ميري من ۾، موهي پيا ملي لڪ ڇن ۾.
پيا مليا موهي ڪرپا ڪينهي، ديدار دکايا هري لي.
ستگرو شبد لکايا اسري، ڌيان لگايا ڌُن ۾.
ميران کي پريو گرڌر ناگر، مگن ٿئي ميري من ۾.“
(ميران پرهتپداولي صفحو ٢٢٥)

## سون کي ڪڏهن ڪٽ نٿي لڳي

پراڻن پوڄا پاٺ جي طريقن ۽ راڄ ريتيءَ انوسار وهنوار نه
ڪرڻ سبب ميران جي بيحد گلا ڪئي وئي. ميواڙ جو راڻو
۽ راڄ پريوار هن کان رنل هئا، ڇاڪاڻ ته هن هڪ نيچ ذات
جي مهاتما، سنت رويداس کي پنهنجو گرو ڪيو هو. هن پد
۾ نڪتهچيني ڪندڙن کي جواب ڏيندي ميران چوي ٿي ته
چاهي هيتري ڪيتري به گلا ڪريو پر مان پنهنجي مارگ کان
ڪونه هٽندس، نه ئي پنهنجي گروءَ کان منهن موڙيندس. مان
هيتري گلا ۽ استتيءَ کان مٿي آهيان ۽ سڀ ڪجهه سهڻ لاءِ تيار
آهيان.

”نندا مهاري ڀلائي ڪرڻ، سولڻ ڪامت[2] نه لاڳڻ.
جوڳ ليو جڳ جاڻ ديکيڻ، هر ڀڄاڪڻ ڪاجڻ.
جو ڪوئي ڪرٽي ۾ چوڪ پڙي، تو ستگرو مهارا لاجڻ.

---

١. لکايو يعني ڏيکاريو سان ميران جو مطلب آهي ته شبد
صرف پڌري ئي نه ٻاڪ ڏسي ۽ سگهجي ٿو. ٢. ڪٽ.

ڏن ري لوڪا ٽاري ڪرٽي، ڪنڙ ٻرڻ ڪنجر ٻٽايڻ[١].
آڻائتي آڻ ساملي ري، ٻڌ ٻڌ ٻاد اُتايڻ[٢].
ڪل ڪون چاڻب ڪبولبو[٣] چاڻبڻ، چاڻبي ممتا مائي[٤].
اڙو دنيا ڪو داوڻ، ڇوڏيڻ، ڇوڏي لوپ ٻڙائي.
ٻر گل دوه ۾ ٻلو ٻڇايڻ[٥]، مَن ڀاوڻ جيوُن ڪهيڻ.
ٻو جس ميران ٻائي گاوڻ، جيوُن ڪهيڻ جيڻ سهيڻ."

(ميران ٻرهتپداولي صفحو ١٢٥)

## منهنجو درد نہ ڄاڻي ڪير

ميران پنهنجي پريتم جي وڇوڙي ۾ وياڪل آهي. پنهنجي وره جي پيڙا ۾ هنگي اُهن تو محسوس ٿئي ڄڻڪ هن جي سيڄا ڪنڊن ۾ وڇايل آهي تنهن ڪري ڪيس ننڊ نٿي اچي ۽ نہ ئي آرام ملي‌س ٿو. پريتم سان ميلاپ بہ ڪيس ناممڪن پيو لڳي، ڇو جو هن جو پريتم تہ اُکين جي مرڪز ڪان مٿي سوڪيم منڊلن ۾ آهي جتي هوءَ پهچي نٿي سگهي. هوءَ چوي ٿي تہ گهايل جي پيڙا کي تہ گهايل ئي سمجهي سگهي ٿو يعني اُهو سمجهي سگهي ٿو جنهن کي اهڙي چوٽ آئي هوندي چاڪاڻ تہ هن کي خبر هوندي آهي تہ ڪيترو نہ گهرو زخم ٿيو آهي. جوهر يعني جوهر ڪرڻ واري استريءَ جي پرام، اُتساه ۽ جوش کي اُها ئي استري سمجهي سگهي ٿي، جنهن ۾ جوهر ڏيڻي پنهنجن پراڻن جي آهولي ڏئي ٻڌي لوڪ ۾

---

١. هڪ ڪنڙي کي وڏالي هائيءَ جو روپ ڏنو.
٢. ٻڌا ڏسڻ ۽ سمجهڻ جي، جيڪي من ۾ آئو سو ڇنو.
٣. ڪنٽڪ.
٤ مايا.
٥. گلا ۽ اُستني ٻڌي کان ٻري پنهنجي جڳهہ لاهي آهي.

پنهنجي پياري پتيءَ سان ملڻ جي اُڪير هوندي ١. پر جي
پڇاڙيءَ ۾ ميران چوي ٿي تہ هن جي وڇوڙي جي ايڏا جو
علاج پريتم کان سواءِ ٻيو ڪير بہ ڪونہ ڪري سگهي.

”هي ري مين تو پريم ديواڻي، ميرو درد نہ جاڻي ڪوءِ.
سُولي اوپر سيج هماري، ڪس بڌ سونا هوءِ.
گگن منڊل پر سيج پيا ڪي، ڪس بڌ ملنا هوءِ.
گهايل ڪي گت گهايل جاڻي، ڪي جن لائي هوءِ.

---

١. وچ واري زماني ۾ جوهر جو رواج هو. جڏهن دشمن
جي گهيري سبب قلعي ۽ نگر جي رکيا ڪرڻ ناممڪن ڏسڻ
۾ ايندي هئي تہ استريون سنا ڪپڙا ۽ زيور پائي، نئين ورليءَ
وانگر سينگار ڪري پنهنجي پتيءَ کي جنگ ۾ وڃڻ لاءِ وداع
ڪندي هئي. وداع ڪرڻ بعد پرسم ۽ بهادريءَ جا گيت
ڳائيندي، پرنڊ چتا ۾ ٽپو ڏئي پراڻ ڏيندي هئي. پرش
جنگ جي ميدان ۾ پنهنجا پراڻ لٽائيندا هئا. جنگ ۾ اهڙي
طرح شهيد ٿيڻ ۽ استرين جو جوهر ڪرڻ نهايت فخر جي ڳالهہ
سمجهي ويندي هئي. اهو وشواس ڪيو ويندو آهي تہ جوهر
ڪرڻ وارين استرين کي ٻئي لوڪ ۾ پنهنجي پتيءَ سان ميلاپ
ٿيندو. پتي ميلاپ جي وچار سبب استريون ڪافي اُتساهہ ۽
جوش سان باهہ ۾ داخل ٿينديون هيون.

ڪيترن هاڻوڪن ليکڪن ۾ اهي سٽون ”جوهريءَ کي گت
جوهري جاڻي ڪي جن جوهر هوءِ“ ڪئي وئي آهي ۽
عام طور انهيءَ جو ارٿ اهو ئي ڪيو ويندو آهي تہ رتن
جي پرک هڪ هوشيار جوهري ئي ڪري سگهي ٿو يا اهو
ئي ڪري سگهي ٿو جنهن ۾ اهڙي لياقت هجي. پر جوهريءَ
جي هوشياريءَ جو ڀاو يا وچار جو سموري پد ۾ ذڪر ڪٿي
ورهہ جي وياڪلتا ۽ پريتم جي ميلاپ جي اُڪير سان ڪو
ميل ڪونهي.

جوهر کي گت جوهر جاڻي، کي جن جوهر هوءِ.
درد کي ماري ٻن ٻن ٻولون، پڇ مـلا نهين کوءِ.
ميران کي پريو پير منگي، جب پيد سانوليا هوءِ."
(ميران: شخصيت ۽ مهما صفحو ٢٧١)

## ڇڏي نه وڃج

ميران پنهنجي گروءَ کي چوي ٿي ته مان اوڳڻهاري ۽ نربل آهيان، تون هر طرح سمرٿ آهين. مان ته تنهنجي چڪي آهيان، هيئنر لوڪي ڇڏي ڪيڏانهن وڃان؟ منهنجي لڄ تنهنجي ئي هٿن ۾ آهي.

"ڇوڙ مت جاجو جي مهاراج.
مين ابلا بل نانهه[1] گسائين، تم هي ميري سرتاج.
مين گڻهين گڻ نانهه گسائين، تم سمرٿ مهاراج.
ٿاري[2] هوءِ کي ڪٽري[3] جائون، تم هي هِوڙا[4] رو ساج.
ميران کي پرڀو اؤر نه ڪوئي، راکو اب کي لاج."
(ميران سدا سنڌو صفحو ٣٢٢)

## انمول موقعو

سڀ سنتن چون ٿا ته منش جنم پرماتما کي پائڻ لاءِ هڪ املهه موقعو آهي، جيڪو بار بار نٿو ملي. پر منش بيڪار ڏنڌن ۽ سنسار جي موهه مايا ۾ ڦاسجي، انهيءَ موقعي کي پنهنجن هٿن مان وڃائي ٿو ڇڏي ۽ واپس چؤراسيءَ جي چڪر ۾ اچي ٿو. ميران چوي ٿي ته عمر پل پل ۾ وڌي رهي آهي ۽ انهيءَ سان گڏ اسان جو هن دنيا ۾ رهڻ جو عرصو به هر پل گهٽجي رهيو آهي. تنهن ڪري انسان کي جڳائي ته نام روپي ٻيڙيءَ ۾ چڙهي هن ڀوساگر کي پار ڪري.

---

١. نه. ٢. تنهنجي. ٣. ڪنهن وقت. ٤. هردي.

”نهين انسو جنم ملي بارنبار.
کيا جانون ڪڇ پڇ پر گئي، مانسا اوتار.
ٻڙهت پل پل، گهٽت ڇن ڇن، جات نه لاڳي وار.
برڇ ڪي جيون پات ٽوٽئه، لڳي نهين پُنِ ڊار.
ڀؤساگر اَت جور ڪهئي، وشم اونڊي ڌار.
رام نام ڪا باندهه ٻيڙا، اُتر پرلي پار.
گيان چؤسر مڏي چوهٽي، سُرت پاسا سار[1].
يا دنيا ۾ رچي باجي، جيت پائوئه هار[2].
سادو سنت مهنت گياني، چلت ڪرت پڪار.
داس ميران لال گردر، جيوٽا دن چهار.“
(ميران سدا سنڌو صفحو ٧٤٧)

## ٿيو ساگر سان ميل

جڏهن ڪنهن عام رواجي انسان جي ڪنهن راجا جي گهر سان واقفيت ٿي ويندي آهي تڏهن هن جون سڀ خواهشون پوريون ٿي وينديون آهن. هو سنسار جي معمولي پدارٿن لاءِ لُڙهندو ڪونهي. ميران انهيءَ مثال سان سمجهائيندي چوي ٿي ته هوءَ وڏي گهر يعني پرماتما جي ڌام ۾ داخل ٿي چڪي آهي تنهن ڪري هن جي من جون سڀ ڪامنائون ۽ ترشنائون ختم ٿي ويون آهن. ڪجهه مثالن ذريعي هوءَ سنتن جي مارگ جي انهيءَ مضمون کي چڱي طرح کولي سمجهائي ٿي ته جڏهن منش جي لڳن الله پريتم سان لڳي ٿي ته هو پنهنجو خود بخود سنسار ۽ سنسار جي پدارٿن کان دور ٿي وڃي ٿو. جڏهن ڪنهن کي الله رئين آنند جي امرت جو سواد اچي ٿو

---

١، ٢. هيءَ دنيا چوپڙ جي بازيءَ وانگر آهي. منش گيان روپي پاسا (سارينون) اُڇلائي آتما روپي گوٽ کي پنهنجي نج گهر پهچائي يا اگيان ۾ رهي بازي هارائي.

وڃي نه هوءَ قدرتي سنسار جي گندي پاڻيءَ کان منهن موڙي ٿو چڙهي.

”ٻڙي گهر تاڙي[1] لاگي ري، مهانرا من ري آٽارت[2] ڀاڳي ري.
ڇيلري[3] مهانرو چت نهين ري، ڏابري[4] ڪڻ جاو.
گنگا جمنا سون ڪام نهين ري، مين تو جائي ملون درياو.
هاليان موليان[5] سون ڪام نهين ري، سيک نهين سردار[6].
ڪامداران سون ڪام نهين ري، مين تو جاب[7] ڪرون دربار[8].
ڪاچ ڪٿير سون ڪام نهين ري، لوها چڙهي سر ڀار.
سونا روپا سون ڪام نهين ري، مهانري هيران رو بيوپار.
ڀاڳ همارو جاڳيو ري، ڀيو سمند سون سير[9].
امرت پيالا ڇانڊ ڪي، ڪڻ پيوي ڪڙوو نير.
پيپا[10] ڪون پرڀو پرچو ديو ري، دينا کجينو[11] پور.
ميران ڪي پريو گردر ناگر، ڌڻي مليا چت[12] حضور.“
(ميران سڌا سنڌو، صفحو ٣٩٧)

## مگن ٿي ميران هلي

ميران چوي ٿي ته پريوءَ جي پريم ۾ مگن ٿي، هوءَ پريتم سان ملڻ لاءِ هلي. لوڪ لڄا، ڪل جي مرادا، مان-اپمان وغيره بندشن کي ٽپائي، هوءَ آتم گيان جي راهه ۾ داخل ٿي آهي. اندرين معنيٰ ڏانهن اشارو ڪندي هوءَ چوي ٿي ته تن گڻن کان پري ڳاڙهي درواڙي واري محل جي ڪٺڙي ٿي هنجي پريتم جي سيجا وڇايل آهي. پولر گڻن روپي زيورن سان سينگارجي، هوءَ سمرن روپي ٽال هٿ ۾ کڻي، پريوءَ

١. لڳن. ٢. ڪامنا يا ترشنا. ٣. ٿلاءِ. ٤. ڪڏا. ٥. نوڪر چاڪر. ٦. سردارن سان صلاح ڪرڻ جي ضرورت ڪانهي. ٧. جواب يعني ڳالهه. ٨. راڄا. ٩. ميل، سنبند. ١٠. راڄا پيپا، جيڪو ميران وانگر سنت روهيداس جو شش هو. ١١. خزانو. ١٢. آهي.

جي ميلاپ لاءِ وڃي رهي آهي. هينئر هنجي ورتي سنسار
ڪان هٽي، اکين جي مرڪز ڪان مٿي سڪمنا ۾ لڳي آهي.

"ٻيرو ڪوئي نهين روڪڻهار، مگن هوءِ ميران چلي.
لاج شرم ڪل ڪي مرجادا، سر سين دُور ڪري.
مان اپمان دوءُ ڌر پٽڪي، نڪسي هون گيان گلي.
اونچي اٽريا لال ڪنوڙيا، نرگڻ سيج ٻڇي.
پچرنگي جهالر سڀ سوهي، ڦولن ڦول ڪلي.
ٻاجوٻند ڪڏولا سوهي، سيندور مانگ ڀري.
سمرن ٿال هاٿ ۾ ليها، سوڀا اڌڪ کري.
سيج سکمڻا١ ميرا سووي، شڀ هئي آج گهڙي.
تم جاوو راڻا گهر اپڻي، ميري ٿيري ناٿه سري."
(ميران سدا سنڌو صفحو ٣٩٠)

## رام خماري

پريو پريم روپي نشي جي خمار ۾ ميران مست ٿي وئي
آهي. ستگروءَ اندر روپ پنهنجو ظاهر ڪري ڇڏيو آهي ۽ پريم جو
دروازو کولي ڇڏيو آهي. اندرين روحاني منڊلن ڏانهن اشارو
ڪندي هوءَ چوي ٿي ته برسات ٿي رهي آهي، بجلي
چمڪي رهي آهي ۽ بادل گرجي رهيا آهن. شبد جي آنند ۾
آتما ڀڄي رهي آهي ۽ شبد جو صاف نورُ پرڪاش ۽ بادلن جي
گجگوڙ جهڙي ڌنيءَ جو آواز هوءَ محسوس ڪري رهي آهي.

"لاگي موهين رام خماري هو.
رم جهم برسي ميهڙا ڀيجي تن ساري هو.
چهون دس دمڪي دامڻي، گرجي گهن ڀاري هو.

---

١. ٻنهي اکين جي مرڪز کان مٿي وچ واري روحاني
رستي کي سنتن "سکمنا" ۽ "سکمن" چيو آهي. هيءَ جوڳين
جي سشمنا کان الڳ آهي.

ستگرو ڀيد بتائيا کولي ڀرم ڪنوارو هو.
سب گهٽ ديکيا آتما سڀهي سون نياري هو.
ديپڪ جوئون گيان ڪا چڙهون اگم اٽاري هو.
ميران داسي رام ڪي امرت ٻلهاري[1] هو."
(ميران سڌا سنڌو صفحو ٨٤٢)

## مونکي لگن لڳي

جڏهن اڀياسي اکين جي مرڪز کان مٿي روحاني منڊلن ۾ وڃي ٽڪي ٿو ۽ اندر شبد جي پرڪاش ۽ ڌن سان جڙي ٿو، تڏهن هن جي هردي ۾ سچو پريم جاڳي ٿو ۽ هن جي اندر پريتم کي ماڻڻ جي ۽ پنهنجي نج گهر پهچڻ جي لگن لڳي ٿي.

"مجهي لگن لڳي پريو پاون ڪي، پاون ڪي گهر آون ڪي.
ڇوڙ ڪاج ار لاج جگت ڪي، نس دن گيان لڳاون ڪي.
سرت اُجالي کل گئي ٽالي[2]، گگن محل ۾ جاون ڪي.
جهلملڪاري جيوتي نهاري، جئسي ٻجلي ساون ڪي.
ٻائي ميران ڪي پريو گرڌر ناگر، هرک نرک گڻ گاون ڪي."
(ميران سڌا سنڌو صفحو ٣٨١)

## ٻيو ڪير به ڪونهي

ميران چوي ٿي ته پرماتما جي نام کان سواءِ هن سنسار ۾ هن جو ڪير به ڪونهي. سنتن جي سنگت جي نتيجي طور هوءَ لوڪ لڄا وغيره سنساري ٻنڌنن کان مڪت ٿي وئي آهي.

---

١. پريم روپي امرت تان ٻلهار وڃان ٿي.
٢. اکين جي پٺيان ڏهين دوار جو ٽالو کلي ويو ۽ آتما پرڪاش منڊل ۾ پهچي وئي.

”اَب تو ميرا رام تنام، دوسرا نه ڪوئي.
مالا ڇوڙي، پتا ڇوڙي، ڇوڙي سڳا ڀائي.
ساڌو سنگ ٻيٺ ٻيٺ، لوڪ لاج کوئي.
سنت ديک دوڙ آئي، جگت ديک روئي.
پريم آنسون ڍار ڍار، اَمر بيل بوئي.
مارگ ۾ تارگ[1] ملي، سنت رام دوئي.
سنت سدا شيش راکون، رام هردي هوئي.
اَنت ۾ سي تنت ڪاڍيو، ڇاڇي رهي سوئي[2].
راڻي ڀيجا وش ڪا پيالا، پيوت مست هوئي.
اَب تو ٻات ڦيل گئي، ڄاڻي سڀ ڪوئي.
داس ميران لال گرڌر، هوني هو سو هوئي.“
(ميران سڌا سنڌو صفحو ۴۱۰)

## ڏيئي ٻنا انڌيرو

هن گجراتي پد ۾ ميران مٺش شرير جي هڪ مندر سان ڀيٽ ڪندي چوي ٿي ته وقت ۽ عمر سان هيءُ شرير روپي مندر ڪمزور ٿي ڪرڻ وارو آهي، هن جون ٿنڀون ڏڏي رهيون آهن ۽ ٿنڀا ڪمزور ٿي ويا آهن ۽ بنياد هن جو برج سنڀالڻ ۾ اسمرٿ آهي. هاڻي مٺش، ڏيئي ٻارڻ لاءِ هٿ ۾ ڪٽوري کڻي هڪ گهر کان ٻئي گهر تيل اڌارو وٺڻ شروع ڪري ٿو. ٻر هيٺڙ ڪاري دير ٿي وئي، آلما روپي واپاريءَ دڪان بند ڪري ڇڏيو ۽ جمدوت هن ۾ خوش ٿي نچي رهيا آهن. ميران چوي ٿي ته ٻريوءَ جي پرڀو سان هن پنهنجو جيون سجايو ڪيو آهي ۽ هوءَ جمدوتن کي سولائيءَ سان ڀڄائيندي آهي.

---

۱. تارڻ وارو. ۲. مون اَنت يعني ”پرم سچ“ مان سار تت کي کڍيو آهي ۽ مون کي اهو گيان حاصل ٿيو آهي ته جيڪو هو آهي اهو مان آهيان. ”سوئي“ جو مطلب ڪئي ودوانن ”سوهم“ ڪيو آهي.

”مندريا ۾ ديوتا وانُون اُنڌارون.
ڪامليان ديول اُهي رهي ڪانڀلي ري،
ڪراڻون لهين جهيلي اُنهو پار ري.
هاٿ مان وانڪڙي ڪهرو ڪهر گهمتي ري،
ڪوءِ ڏيو تيل اوڏارون.
اُت گيو واٽهوني پڍي رهي هانڊي ري،
جمنا ڪري ڇي ڏينگاٽو.
ٻائي ميران کهي پريو گرڌر ناگر،
آوڻ جمنا ني پاڇو والون.“

(ميران سڌا سنڌو صفحو ٧٥٤)

## ستسنگ جو رس

هيءَ ٻه ميران جو هڪ گجراتي پد آهي، جنهن ۾ هوءَ منش کي سنتن جي سنگت ۾ وڃڻ لاءِ شوق پيدا ڪري ٿي. ستسنگ جو رس شروع ۾ ڪڙو لڳندو آهي ڇاڪاڻ ته من اڪاگر ۽ استر رهڻ پسند نه ڪندو آهي. پر لڳاتار سنتن جي سنگت ۾ رهڻ سان من تي ستسنگ جو رنگ چڙهڻ لڳندو آهي ۽ هن کي رس اچڻ شروع ٿيندو آهي. هاٿي گهوڙا، ڌن دولت ڪجهه به انسان سان گڏ نٿا وڃن، انهيءَ قدر جو شرير به پڇاڙيءَ ۾ خاڪ ٿي وڃي ٿو. ميران چوي ٿي ته انهن سڀني جو فڪر ڪرڻ اجايو آهي ڇاڪاڻ ته اهي سڀ انسان جي بندن جو ڪارڻ آهن، ستسنگ ذريعي ٿوري وقت ۾ مڪتي ملي ٿي. ويد شاستر ۽ ڌارمڪ گرنٿ انهيءَ ڳالهه جي شاهدي ڏين ٿا.

”ستسنگ نو[1] رس چاکه پراڻي لون، لو ستسنگ نو رس چاکه.
پرٿم لاڳي ڪڙو ني[2] ڪهوو، پڇي[3] آلبا ڪيري[4] شاخ.

---

١. جو. ٢. ۽. ٣. پوءِ. ٤. جي.

آري ڪايا لئو غروا[1] نه ڪجي، انتي ٿواني ڇي خاڪ[2].
هستي ني گهوڙا مال خزانا، ڪانئي نه جاوي سات.
ستسنگ ني بي[3] گهڙي مان مڪتي، وڌ پوري ڇي ساک.
بائي ميران ڪهي پربهو گرڌر نا گڻ، هر چرڻي چت راک."
(ميران سڌا سنڌو صفحو ٧٧٢)

## درشن ڏي

ميران پنهنجي ستگروءَ کي پرارٿنا ڪندي چوي ٿي ته جيئن به ٿوڪي وٺي، منهنجي اچي سڌ لهه. منهنجن اوڳڻن ڏانهن نه نهار، مان تنهنجي شرڻ ۾ آهيان، مون کي درشن ڏي ۽ وري مون کي پاڻ کان پري نه ڪر.

"مهاري سڌ جيؤن جانو، جيؤن ليجو جي.
پل پل ڀيتر پنٿ نهارون، درشڻ مهاني ديجو جي.
مين تو هوُن بهو اوگڻ هاري، اوگڻ چت مت ديجو جي.
مين تو داسي ٿاري چرڻ ڪنول کي، مل بڇڙن مت ڪيجو جي.
ميران تو ستگرو جي سرڻي، هري چرڻان چت ديجو جي."
(ميران پرهتپداولي صفحو ١٩٣)

## ورهه جي وياڪلتا

پنهنجي پريتم جي درشن لاءِ وياڪل ميران هن پد ۾ پنهنجي ورهه جي پيڙا ظاهر ڪري ٿي. پريتم جي وڇوڙي ۾ هنکي هڪ پل به آرام ڪونه اچي. هنجي هڪ رات ڇهن مهينن جي برابر ٿي گذري ۽ اهڙي طرح تڙپي رهي آهي جڻ ڪ سندس دل ۾ ڪاتي هلي رهي هجي.

"درس بن دوکن لاگي نئن.
جب سي تم بڇڙي موري پربهو جي، ڪبهو نه پايو چئن.
شبد سنت ميري ڇتيان ڪنپي، ميٺي لاگي (تم) بئن.

---

١. گهمنڊ يا فخر. ٢. خاڪ (مٽي) ٣. بن.

ايڪ اڪڙکي پنهنجي نهارون، پيئي چند-ماسي رئن.
ورهه ونا ڪاسون کهون سمجهي، ٻيهه گئي ڪروٽ آئن.
ميران کي ٻريو ڪب ري ملوگي، دک مينٽن سکھ دين."

(ميران ٻرهتپداولي صفحو ١١٠)

## ڪنواري ڇو رهي

### (روحاني وواهه)

پرماتما کي ساکيات ڪرڻ کي ميران آتما جو وواهه سڏيو آهي. ٺؤورلي آتما جڏهن پرماتما جي ڌام ۾ پهچندي آهي ته ٻيون سهاڳڻ آتمائون هنڪان پڇنديون آهن ته تون اڄتري وقت تائين ڪنواري ڇو رهيئن؟ آتما جواب ڏيندي آهي ته هوءَ جڳن کان ڪنواري ئي رهندي آئي. ڇاڪاڻ ته ڪيس ستگرو نه مليو. ستگرو ئي هن لاءِ ور ڳولهي، شاديءَ جو مهورت مقرر ڪري، سندس هٿ پريو روپي ور جي هٿ ۾ ڏئي سگهي ها. هن لفظن ۾ پريءَ جو ملاپ ليسدن نه ٿي سگهندو جيسين ستگرو نه ملندو.

وواهه جو ورڻن ڪندي ميران چوي ٿي ته ستگروءَ آنند رلن منڊلن ۾ وواهه جو منڊپ سينگاريو، پريءَ سان هٿيالو ٻڌو ۽ ڏاڄي ۾ ٻرابر روپي رتن، گيان جا زيور ۽ نام جو هار ڏنو. اهڙي طرح شادي شڌهه آتما شبد روپي ٻولڪ سان روحاني منڊلن کي پار ڪندي، پتيءَ جي گهر پهچي وڃي.

"سرتا سواڳڻ نار، ڪنواري ڪيون رهي.
ستگرو مليا نانهه، ڪنواري هيرا ٻون رهي.
ستگرو ٻيڪ ملايه، ڇن ۾ ساوا سودئا!.
ڇهت پهت لڳن لڪايه، ٻياو ٻيڪو ڇيڙيا.

---

١. شاديءَ جو مهورت ڪيو.

اڙد سڙد[١] کي ٻيڄ، رتن ڇهوري رچي ۔
هر هٿليوا جوڙ، سرت ڦهرا ڦري ۔
ٻايل[٢] ديبو ٻانڌيو[٣] رتن ڌن چار پدارٿ ٻريم را ۔
گهٽو مهاري گيان رو، پيرايو هار هر نام را ۔
چوڙيا چوڙيا ماما موسال[٤] يوا[٥] دس ٻنڙي[٦] ۔
چوڙيو مهاري سهيليان[٧] رو ساٿ گران آگي جا ڪڙو ۔
ٻرڻ ٻرٽايه گهٽا دن رهي مهارا ٻاپ ري[٨] ۔
اَب مهوُن[٩] چڙهه گئي ٻول ٻجايه گهر چالي آپڻي ۔
ٻيور غفا ري مانه ٻرش ايڪ سار هئه ۔
ست ست ڪهي ميران داس َوهي ٻرتار[١٠] هئه ۔"
(ميران سڌا سندو صفحو ٨٤٦)

## نام رتن ڌن

هن پد ۾ ميران نام جي مهما ڪندي چوي ٿي ته هيءَ اَمول ڌن مهنجي ستگروءَ ڏنو آهي ۽ مون ٿي ڪرپا ڪري مون کي پنهنجو ڪيو اَلسائين. هن درلڀ پدارٿ کي پائي، مون دنيا ۾ جيڪي ڪجهه پنهنجو هو، اُهيءَ سڀ کي ڇڏي ڏنو آهي يعني هيئنر سنسار جا سڀ پدارٿ مون لاءِ مٿيا بيڪار آهن. مان سچ جي ٻيڙيءَ ۾ ويٺي آهيان، جنهن جو ملاح مهنجو ستگرو آهي جيڪو مونکي ڀؤساگر مان پار ڪندو.

---

١. اَرڌ، اَرڌ اَکين جي مرڪز يعني ٽئين تل کي سمجهن "اَرڌ" ۽ پار برهم جي منڊل کي "اَرڌ" چيو آهي. "اڙد سڙد" جي وچ ۾ ميران جو مطلب اُهيءَ نرمل چيتن ديش سان آهي جيڪو من ۽ مايا کان پري آهي ۽ جيڪو آتما جي اَندرئين مارگ ۾ ٽئين منزل آهي. ٢. ٻيءَ. ٣. ڌاڳو. ٤. پيڄ وڪار. ٥. ترشنا ۽ ڪامنائون. ٦. ڏهه اندريون، پنج ڪرم اندريون ۽ پنج گيان اندريون. ٧. پنجويهه سياويڪ ڀاو ٨. سنسار روپي پيڪا. ٩. مان. ١٠. گهوٽ.

”پايو جي مين رام رتن ڌن پايو.
بستوُ اَمولڪ دي مهري ستگرو، ڪرپا ڪر اپنايو.
جنم جنم ڪي پونجي پائي، جڳ ۾ سڀي کووايو.
خرچ نهين ڪوئي چور نه ليوي، دن دن بڙهت سوايو.
ست ڪي ناو کيوٽيا ستگرو، ڀوساگر تر آيو.
ميران ڪي پرڀو گرڌر ناگر، هرک هرک جس گايو.“
(ميران ٻائي جي شبداولي صفحو ۲۳)

## مون پنهنجو گهر سڃاتو

هن پد ۾ ميران پنهنجي نج گهر وڃڻ جي اڪير کي ظاهر ڪندي چوي ٿي ته مون هميشه من ۾ هڪو لڇو ڪيو آهي ته مان اندرين منڊل ۾ ويندس. انهيءَ کان اڳ مونکي پنهنجي اَصلي گهر جي ڀيد ٻڌائڻ وارو ڪونه مليو هو تنهنڪري مان هن سنسار ۾ ڪيترين جونين ۾ جنم وٺندي رهيس ۽ پريءَ جي وڇوڙي جي پيڙا سهندي رهيس. پر هن جنم ۾ جڏهن مون کي پنهنجو ستگرو سنت رويداس ملي ويو آهي ۽ سڀ وياڪلتا ۽ پيڙا ختم ٿي ويئي. ستگروءَ مون کي پنهنجي گهر جو ڀيد ٻڌايو ۽ منهنجي آتما کي شبد روپي نشاني يا مارگ ٻڌائي پنهنجي پريتم سان ملايو.

”ميران من ماني، سرت سئل اَسماني.
جب جب سرت لڳي وا گهر ڪي، پل پل نئنن پاني.
جيون هيئي پهر لهر سم سالت، کسڪ کسڪ کساني.
رات ديوس موهه نيند نه آوت، ڀاوي اَن نه پاني.
اُلٽي پهر برهه لس پتر، جاڳت رئن ٻهاني.
اُلسا ٻند ملن ڪوه پيدي، ڏيس ٻديس پڇاني.
تاسون پير کهون لس ڪيري، ڦر نهين پرمون ڪاني.
ڪوجت ڦرون ڀيد وا گهر ڪو، ڪوه نه ڪرت بکاني.
رويداس سنت ملي موهه ستگرو، ڏينهي سرت سهداني.

مون ملي جاڻ پاڻ پيم آپڻا، لب موري پير ٻجهائي.
ميران خاڪ خلق سر داري، مون آپڻا گهر جائي.“
(ميران پرهتپداولي صفحو ٢٠٧)

## ڀڳتي ڪري ڪو سورمو

هن پد ۾ ميران چوي ٿي ته هوءَ پرماتما جي پرڻيل آهي ۽ پرماتما جي پريم ۾ اهڙي ته مست ٿي ويئي آهي جو هن کي پرڀوءَ کان سواءِ ڪجهه به نظر نٿو اچي. جهڙي طرح ساگر جي لهرن تي ترندڙ ٻيڙيءَ تي، ڪنارن جي رڪاوٽ جو ڪوبه اثر نٿو ٿي سگهي، اهڙي طرح سنسار جي موهه ۽ ڪشش جو هميشه هن تي ڪوبه اثر ڪرائي. ڪمزور، ٻلهو ۽ اهن سستي والنگر ميران چوي ٿي ته ڀڳتيءَ جي مارگ ۾ اهو ئي سورمو ڪامياب ٿي سگهي ٿو جيڪو پنهنجو سر لاهي پنهنجي اهنڪار، مان، اپمان کي ليائي هن مارگ تي هلندو.

”مون اولکيو رام رتن[1]، جاڪرن ولگ[2] ته لاڳي ڪانٽي اي.
چڙهي ولولي ناؤ ري، جاڪر باڻ لڳي لاڳي آئي اي.
ٻاڻان اي ٻاڻان، پيندٻاڻ[3] ٻاڻان، ٿالسو[4] ڀڳتي لڳي هوئه اي.
ڀڳتي ڪري ڪوه سوروان، جياڪا ڏڙ پر سيس نه ڪوئي اي.
شورا ڪيت وهارنا، هر ملوا ڪئه ڪاج ٽڙالي اي.
ڪاير ڪاير ٻاڇيا، شورا رهيا رڻ ماٺهه ري.
ميران ڪهي جگ جاڻ هتو، ٻا ۾ رهتو نه ديسي ڪولي اي.
رهسي رام جي را ساڌوا، جياري ڪل وڏاءِ[5] نه هوئي اي.“
(ميران سڌا سنڌو صفحو ٧٧٥)

---

١. پرماتما جو پرڻي.
٢. جدا. ٣. پيمر.
٤. ٿوهان ڪان.
٥. ڪل جي رڪاوٽ، اوچ ڪل جي اهم ٻاؤ جي رڪاوٽ.

## انتظار

ستگرو ۽ پرماتما جي درشن لاءِ وياڪل ميران چوي ٿي ته هي پريو، مان تنهنجي واهه ڏسي رهي آهيان ۽ تون منهنجي هردي روپي محل ۾ ڪڏهن ايندين؟ جيڪڏهن اڄ تون مون کي درشن نه ڏيندين ته پراڻ ڇڏيندي ۽ مان پنهنجا سڀ راڄائي عيش ۽ سک تياڳيندس. هي ستگرو، تون اچي منهنجي سڌ لهه، تنهنجي پريتا لاءِ مان پريم جو پيالو ڪٽي پيتي آهيان. منهنجي آتما تنهنجي نام سان جڙيل آهي ۽ تون ئي منهنجو سڀ ڪجهه آهين.

”آجيو آجيو گووندا مهاري محل.
تهاران ٿاري باٽڙلي، ڪڙي جي مهاراڻ آجيو.
تن ڪا تياڳون ڪاپڙا جي، اونگتي پرڀات.
ڪڙي جوولي واهه ۾ جي، ستگرو پونهچي آئ.
پيالو ليما حاجر ڪڙي جي.
ساڌو هماوي آتما جي، هم ساڌن ڪي ديهه.
ووم ووم ۾ وم رهي جي، جيون بادل ۾ مينهه.
سرت هري نام سي لڳي جي.
ميران هري ڪي لاڏلي جي، ٿم ميران ڪي سيام.
ميران ڪي پرڀو گرڌر ناگر، درسڻ ديو مهاري رام.
سرت نج نام سي لڳي جي.“
(ميران سڌا سنڌو صفحو ٢٠٧)

## ڪن لاءِ مون ڏانهن نهار

ورهه ۾ وياڪل ميران پرماتما کي ڏورابو ڏيندي چوي ٿي ته مان هميشه تنهنجو ٿي ڌيان ۽ چنتن ڪندي آهيان پر تون اهڙو سنگدل آهين جو هڪ ڪن لاءِ به مون ڏانهن نٿو نهارين، مون کي ته صرف تنهنجي هڪ ديا درشٽيءَ جي

آس آهي، ان کانسواءِ مونکي ڪجھ به نه گھرجي. هي ٻئي
مون جهڙا نه تنهنجا لکين ٻئي آهن ٻه منهنجي لاءِ ته صرف
هڪ تون ئي آهين، تنهنجي درشن لئي مان پنهنجا پران
قربان ڪندس.

”تنهنڪ هري چتوڻ جي مسوري اور.
هم چتوت، تم چتوت ناهين، دل کي اڙي ڪنور.
ميري آسا چتون تمري، اؤر نه دوجي دور.
تم سي هم ڪون ايڪ هو جي، هم سي لاک ڪرور.
اوڻي ناڙي عرج ڪرت هون، عرج ڪرت ڀيو ڀور.
ميران ڪي پرڀو هري اوناسي، ديسيون پران اڪور.“
(ميران سدا سنڌو صفحو ٤٧١)

## پاڻيءَ ۾ مڇلي پياسي

پرماتما جي کوج ۾ ڀٽڪندڙ انسان کي سمجھائيندي ميران
چوي ٿي ته ٻاهر هنجي کوج ڪرڻ اهڙي عجيب ڳالھ آهي
جهڙي طرح اهو چوڻ ته پاڻيءَ ۾ مڇي پياسي آهي. پر جي
آخر ۾ هوءَ چوي ٿي ته سهج مارگ ذريعي هن پنهنجي اندر
پرماتما کي پاتو آهي.

”پاني ۾ مين پياسي، موهي سن سن آوت هانسي.
آتم گيان بن نر ڀٽڪت هئي، ڪهان متڙا ڪهان ڪاسي.
ڀوساگر سب هارا ڀراهئه، ٻولئيت ڦرت أداسي.
ميران ڪي پڀو گردر ناگر، سهج ملي ابناسي.“
(ميران پرهتپداولي صفحو ٥٣٦)

## هري آهي هردي ۾

پرماتما انسان جي اندر آهي پر هن جي ۽ آتما جي وچ ۾
من ۽ مايا جو پڙدو پيل آهي. ميران پرارٿنا ڪري ٿي ته هي
سوامي، اندر جو پڙدو کولي مون کي درشن ڏي. تن من ۽

آتما کي پنهنجي پريم سان سڄاڻي، ماڻ پنهنجي چرنن ۾ جهڪائي ٿي. تو لاءِ مون لوڪ لڄا ڇڏي آهي ۽ پنهنجي بانهي ٻڌي چڪي آهيان، ڪرپا ڪر ۽ مون کي پنهنجو ڪر.

”جاڳو مهارا جڳپتراءِ، هنس ٻولو ڪيوُن نهين.
هري ٿي ڇو جي هردا مانهه، پٽ کولو ڪيون نهين.
تن من سُرت سنجوءِ، سيس چرڻان ڌروُن.
جهان جهان ديکون مهارو رام، جهان سيوا ڪرون.
صدقي ڪرون جي سرير، جُڳ جُڳ وارڻي.
ڇوڙي ڇوڙي ڪُل ڪي لاج، صاحب تهري ڪارڻي.
ٿوڙي ٿوڙي لکون سلام، بهوت ڪر جاڻجيئي.
بندي هوُن خانازاد، مهر ڪر مانجيئي.
هان هو مهارا نات سُنات، ولم نهين ڪيجيئي.
ميران چرڻان ڪي داسي، درس آب ديجيئي.“
(ميران برهتهداولي صفحو ٧٧)

## هري ڀڳتن جي ويلا

منش جنم پرماتما جي ڀڳتي ڪري، مڪتي حاصل ڪرڻ جو موقعو آهي هر انسان کي ڀڳتيءَ جي صحيح طريقي جي ڄاڻ ڪانهي. ميران چوي ٿي ته ڀڳتيءَ جو مارگ ۽ پريوءَ جو پيڇ اهو ئي ڏيئي سگهي ٿو، جيڪو خود انهيءَ مارگ تي هلي پريوءَ سان ميلاپ ڪري چڪو آهي. اهڙو پرمي هميشه پريوءَ سان مليو رهي ٿو ۽ اسان کي انهيءَ اگم ڌام جي باري ۾ ٻڌائي سگهي ٿو.

سنسار ۾ سادڪ جي رهڻي ڪهڙي هئڻ گهرجي؟ انهيءَ ڏانهن اشارو ڪندي ميران چوي ٿي ته سادڪ کي جڳائي ته هو سنسار جي گهري ٻاڻيءَ ۾ نه وڃي بلڪ ڪناري تي ويهي ٿي سنان ڪري يعني هو پنهنجا سنساري فرض ۽ جوابداريون نباهي، پر سنسار سان موهه نه رکي.

"ماري هري پيهائي ڇي وڃلا ري،
پيدا ٻنا ڪولي کهڻي.
پيڊُڙا[2] هوئي تي ييد پهڻائي سڻو،
اڳم ليڪر ني ڇڙو لٿي ري.
انڌا ري لير جوئي[3] مانهي نا ڏسيڻي سڻو،
ڪانڌي[4] ٻيڻان ٻيڻان ناهڻي ري.
مايانڦ روپ جوئي من نا ٻگاوڻي سڻو،
ٻريو تي[5] ٻريت لڳاوڻي ري.
ٻائي ميران کهي ٻريو گرڌر ڪيرا وهالا[6]،
چرڻ ڪمل چت لئٽي ري."
(ميران سڌا سندو صفحو ۷۵۳)

## هولي

ميران مٺش جنم جي اهميت ڏانهن اشارو ڪندي چوي ٿي ته هيءُ بهار جي موسم وانگر ٿوري وقت لاءِ جنم مليو آهي. اهو هولي کيڏڻ جو موقعو آهي ۽ ميران موجب هولي آهي روحاني آنند ۽ لهن ٿيڻ. هوءَ انهن چيتن آتمڪ منڊلن ۾ هولي ملهائي ٿي جتي ٻنا سازن جي سنگيت وڄي رهيو آهي، ٻنا سر جي راڳڻيون ڳايون وڃن ٿيون ۽ آنند جي روحاني ڌن روم روم ۾ وڄي ٿي. سيل ۽ سنتوک جو ڪيسري رنگ گهڻي، ٻريت جي پڪاريءَ ۾ ڀري آتما روحاني منڊلن ۾ هولي کيڏي رهي آهي[7].

---

۱. پيد. ۲. پيد جاڳندڙ. ۳. ڏسي. ۴. ڪناري. ۵. سان. ۶. جي ٻرڻن. ۷. مشهور فيلسوف شري آر. ڊي. راناڊي چوي ٿو، "هيءُ پد ڌن ۽ رنگ جو ميران جي روحاني انڀوَ جو هڪ اُتم درشٽانت يا مثال آهي."
(پالوي مت گائڊ ان هندي لٽريچر ۱۹۵۴، صفحو ۱۹۴)

"ڦاڳڻ کي ڏن چار ري، هوريءَ کيل منا ري.
بن ڪرتال پکاوج باجي، انهد کي جهنڪار ري.
بن سر راڳ ڇتيسون گاوي، روم روم رڻڪار ري.
سيل سنتوک کو ڪيسر گهولي، پريم پريت پچڪار ري.
اُڏت گُلال لال ڀيو انبر، برست رنگ اپار ري[1].
گهٽ کي پٽ سب کول ڏيئي هين، لوڪ لاج سب ڊار ري.
ميران کي پرڀو گرڌر ناگر، چرڻ ڪنول بلهار ري."
(ميران سڌا سنڌو صفحو ٨٩٣)

## تنهنجن نيڻن تان ٻلهار

ڀڳتي ۽ پريم جي هن گهرائي ۾ ميران چوي ٿي ته مان پنهنجي سواميءَ جي نيڻن تان بار بار ٻلهار وڃان ٿي. منهنجي پرڀتم مون کي پنهنجي هردي سان لڳائي پنهنجو ڪيو آهي، هيئنر مان ڪنهن هڪ پل لاءِ به جدا ٿيڻ نه ڏيندس. مان هن جي گهري پريم جي بندڻ ۾ ٻڌجي چڪي آهيان. هيئنر مان پريم سان هنجا گڻ ڳائيندس، مون کي هيئنر سنسار جا سڀ ڪم ڪاريون نٿا وڻن ۽ مان پنهنجي گهر ۾ ئي بيسڌ ديوانن وانگر ٿي وئي آهيان. مان ته اهوئي چاهيان ٿي ته جيئن به ٿئي تيئن مون کي سنتن جي سنگت ملي ۽ جتي به هو هجن، مان ڀڄي وڃان. گنگا-جمنا منهنجي گهر ۾ ئي آهن، پوءِ مان تيرٿن تي ڇو وڃان؟ سنت جا چرڻ انهن تيرٿ آهن ۽ انهن جي چرڻ-ڌوڙ ئي منهنجي لاءِ "ترويڻي" ۾ سنان آهي. هيئنر گيارس وغيره ورت ڇو رکان، مان ته ٽي دفعا ڀوڄن کائيندي آهيان. ميران چوي ٿي ته پرڀوءَ جي پريم ۾ ئي مون کي هري رس حاصل ٿي رهيو آهي.

"مارا ناٿنا نيڻان اوپر ري، هوُن تو گهڙيءِ واري جاوون.
گهڙيءِ واري جاوون والڙا، هوُن تو گهڙيءِ واري جاوون.

---

١. اهو ترڪٽيءَ جي پرڪاش ۽ شبد ڏانهن اشارو آهي.

پريو جي مني ڪتني ولڳا، پل ڪوري نہ ٿاوون.
شاملا سانڀي سڀه ٻڌاڻو، هيتي هري گڻ ڳاوون.
ڪام ڪاج ڦمي ڪانئي نہ سوجهي، لي گهر مان گهٻلي ٿاوون.
سنت سماڳم جيان هوئي ليان، هرڪي دوڙي آوون.
اَد سٺ ليرٿ سنت لـي چرڻي، لنيه لرواٺي مان نهاوون.
ايڪادشي ورت ڪرڻ ڪري، هوُن لو لرڻي ٿاٿا ڪاوون.
ٻاڻي ميران ڪهي ٻريو گردر نا گڻ، هيتي هري وس ٻاوون."
(ميران سدا سنڌو صفحو ٥١٥)

## منش جنم

منش جنم هڪ انوکي نعمت آهي جيڪا ٻار ٻار نٿي ملي. هيءَ انام جي ابياس ڪرڻ ۽ آتم گيان حاصل ڪرڻ جو موقعو آهي. ميران چوي ٿي تہ مون کي ستگرو مليو ۽ هن جي ڪرپا سان حقيقي گيان حاصل ٿيو.

"منکا[1] جنم پدارٿ پاڻو، اُنسي ٻهوُر نہ آئي.
اَب ڪي موسر[2] گيان وچارو، رام نام مکہ گائي.
ستگرو مليا سنج[3] پڇاڻي، اُنسا ٻرهم مڻن پائي.
سگرا سوُرا اَمرت پيوي، نگرا پياسا جائي.
مگن ڀيا ميرا من سُک ۾، گوبند ڪا گڻ گائي.
صاحب پايا آدِ اُناد، ناٿر[4] ٻوَ ۾ جائي.
ميران ڪهي اِڪ آس آپڪي، اوُران سوُن سڪچائي."
(ميران سدا سنڌو صفحو ٨٤٧)

## نام سان نيڻهن

هن نظمي پد جي شروعات ۾ ميران چوي ٿي تہ هن جو پرماتما جي نام سان ٻرلم ٿي ويو آهي ۽ هن جو پرلتم هن جي اندر سمائجي ويو آهي. اهڙي طرح هوءَ پرماتما ۽ نام

---

١. منش جو. ٢. موقعو. ٣. سچ جو گيان. ٤. نہ نہ.

جي ايڪتا ظاهر ڪري رهي آهي. سڀ سنت فرمائين ٿا ته
نام ۽ نامي ۾ ڪو به ڀيد ڪونهي يعني نام ۽ پرماتما هڪ آهن.

"هري نام سين نينهن لاڳو ري، اب لاڳو ري مهاري،
هري نام سين نينهن لاڳو.
پرو رسيو مهاري من ۾ بسيو، جيئن مالا بيچ تاڳو ري.
سب ۾ بسيت سڀهي سين نيارو، نهين ٽيڙو نهين آڳو ري[1].
داسي ميران شرڻ شيام ڪي، جيئن مرڳ په پاڳو ري."
(ميران سدا سنڌو صفحو ٨٧١)

## گرو چرنن جي ڌوڙ جي پياسي

گرو چرنن جي ڌوڙ جي پياسي ميران ورهه جي پيڙا ۾ وياڪل ٿي پنهنجي گروءَ کي پرارٿنا ڪري ٿي ته توکان وڇڙجي مان ايتري ته دکي ٿي رهي آهيان، جو لفظن دوارا ظاهر نٿي ڪري سگهان. جهڙي طرح پاڻيءَ بنا مڇي تڙڦندي آهي ۽ چڪوي رات جو پنهنجي پريتم کان وڇڙجي وياڪل ٿيندي آهي، اهڙي طرح تنهنجي درشن بنا مان وياڪل آهيان. هي ستگرو، تون منهنجي جيون ۾ اهو ڏينهن ڪڏهن آڻيندين جڏهن تون منهنجي اندر پرگهٽ ٿيندين.

"مهارا ستگرو ويگا آجيو جي، مهاري سک ري سيج اواجيو[2] جي.
تم بچڙيان دک پائون جي، ميرا من مانهي مرجهائون جي.
مٺن ڪومل جيون ڪرلائون جي، ڪنچ ٻاهر کهه نه جڻائون جي.
موهه ٻاگهڻ ورهه ستاوي جي، ڪوئي ڪهيان پار نه پاوڻ جي.
جيئن جل تياڳا ميڻا جي، تم درسڻ بن کيڻا جي.
جيون چڪوي رئڻ نه پاوڻ جي، وا اوگو پاڻ[3] سهاوڻ جي.

١. نه ونجهو آهي نه پري آهي.
٢. منهنجي اندر ميلاپ روپي سک جو اچ پوکيو.
٣. اپريل سج.

اوُ ڏن ڪٽڻ ڪرولا جي، مهاري آڱڻ ٻانو ڏرولا جي.
عرج ڪرڻ ميران داسي جي، گرو-پد-رج ڪي پياسي جي."
(ميران پرهتپداولي صفحو ١٩٢)

## وره جو ٻاڻ

ڪبير صاحب جن پنهنجن دوهن ۾ فرمايو آهي ته ستگروءَ مون کي شبد جو تير ماريو آهي ۽ مان مري چڪو آهيان. هن ۽ ٻئي پد ۾ ميران انهيءَ ڀاوَ کي ظاهر ڪري ٿي. ستگروءَ هنکي وره جي تير سان گهايل ڪري ڇڏيو آهي، هوءَ پنهنجي شرير جي سڌ ٻڌ وڃائي ويٺي آهي ۽ اندر ۾ صرف گروءَ جي ميلاپ جي راهه ڏسي رهي آهي. هوءَ چوي ٿي ته انهيءَ پيڙ جي ڪنهن کي به ڄاڻ ڪانهي. در اصل ستگروءَ هنکي اهڙي دوا ڏني آهي، جنهن سان سنسار جي اگني ختم ٿي چڪي آهي ۽ هن جي تن، من ۽ پراڻن ۾ سيتلتا ۽ شانتي اچي ويٺي آهي.

(١)

"پرماري ري ٻاڻان[1] ميري ستگرو ٻره لڳايا ڪي.
ٻاڻون پنگا، ڪانن ٻهرا، سوُجهت ناهين نئنا.
ڪڙي ڪڙي ري پيٽ نهارون، مرم نه ڪوئي جانا.
ستگرو اوشد انسي ديهي، روم روم[2] ڀئي چئنا.
ستگرو جسيا[3] ٻئد نه ڪوئي، پوڇو بيد پراڻا.
ميران ڪي پريو گرڌر ناگر، امر لوڪ ۾ رهنا."
(ميران پرهتپداولي صفحو ١٦١)

(٢)

ٻئي پد ۾ به ميران انهيءَ ڀاوَ کي ظاهر ڪندي چوي ٿي ته وره جي وياڪلتا هن کي پنهنجي گروءَ کان حاصل ٿي

---

١. ٻاڻ يا تير. ٢. روم روم. ٣. جهڙو.

آهي. هن جو من نه، هميشه چنچل ۽ ڊوڙندو رهيو، هيئنر پرڀو جي ڀڄن ۾ ٻڌجي ايڪاگر ٿي ويو آهي.

"ري ميري پيار لڳس گيا، ستگرو مارِيا تيرِ.
ورهه ڀال لڳي اُر-انتر، وياڪل ڀيا سرير.
اِت اُت چت چليه نهين ڪهون، ڍاري پريم جنجير.
ڪيه جاڻيه ميرو پريتم پيارو، اؤر نه جاڻيه پير.
ڪها ڪرون ميرو بس نهين سجني، نئن جهرت دوءِ نير.
ميران ڪهيه پرڀو تم مليان بن، پراڻ ڌرت نهين ڌير."
(ميران پرڀتپداولي صفحو ٢٧١)

## ستگروءَ جي شرڻ

ميران چوي ٿي ته ستگروءَ جي شرڻ بنا، جيو پرم پد حاصل نٿو ڪري سگهي ۽ نه ئي نام بنا هوُ هن چوراسيءَ جي چڪر کان مڪت ٿي سگهي ٿو. پر مورک انسان سنتن جي سنگت پسند نٿو ڪري ۽ نام کان بي مک رهي ٿو. اهڙي طرح پنهنجن ڪرمن جي بوجهه کي وڌائي ٿو ۽ انيڪ قسمن جا دک ڀوڳي ٿو.

"رمئيا بن يو جيوڙا دک پاوئي، ڪهو ڪئُڻ[1] ڌير بنڌاوئي.
يهه سنسار ڪُبڌِ[2] ڪو ڀانڊو، سادِ سنگت نهين ڀاوئي.
رام نام کي نندا ٺانئي، ڪرم اَڪرم هي ڪماوئي.
رام نام بن مُڪتِ نه پاوئي، ڦر چوراسي جاوئي.
سادِ سنگت ۾ ڪبهوُن نه جاوئي، مورک جنم گنواوئي.
جن ميران ستگر کي سرڻي، جيو پرم پد پاوئي."
(ميران پرڀتپداولي صفحو ٢٤٠)

---

١. ڪير. ٢. خراب ٻڌي.

## پريوءَ منهنجي لڄ رکي

سنتن جي سنگت ۽ پراچين وقت کان هلندڙ پوڄا پاٺ کي نه ڇڏڻ سبب ميران کي ماڻهن جي گلا ۽ راڻي جي خلافت سهڻي پئي. ايتري قدر جو راڻي هن کي زهر ڏيئي مارڻ جي ڪوشش ڪئي. انهيءَ لاءِ ميران ڪٿي چوي ٿي ته مان پنهنجي سڀ سنڪٽن کان ٿي من وارڻان ٿي، جنهنجي ڪرپا ڪري ٿنهنجي زهر جو مون تي ڪوبه اثر ڪونه ٿيو ۽ انهيءَ امتحان مان اهڙي طرح نڪتس جهڙي طرح سون اگنيءَ مان شڌ ٿي نڪرندو آهي. هميشه پرڀو جو نام منهنجي دل ۾ ايترو ته اونهو وڃي چڪو آهي جو اهو ڪنهن به طريقي سان نڪري نٿو سگهي.

"راڻا جي ٿين زهر ڏيو مٺن جاڻي.
جئسي ڪنچن دهت آگن ۾ نڪسي ٻارا ٻاڻي.
لوڪ لاج ڪُل ڪاڻ جڳت ڪي، دي بهاءِ جيئون پاڻي.
اپني گهر ڪا پردا ڪر لو، مئن ابلا ٻئوراڻي.
ترڪس تير لڳيو ميري هيئري، گرڪ گيو سن ڪاڻي.
سڀ سنتن پر تن من وارون، چرڻ ڪمل لپٽاڻي.
ميران ڪو پرڀو راک لئي هئه، داسي اپني جاڻي."
(ميران برهتمداولي صفحو ٢٤٧)

## چولي جو برد رکيو

جڏهن ته پرماتما منش چولو وٺي، گروءَ جي روپ ۾ آيو تو ته ڀڳت کيس ياد ڏياريندا آهن ته جنهن چولي ۾ هو آيو آهي انهيءَ جو برد رکي ۽ پنهنجن ڀڳتن کي تاري. پر ميران چوي ٿي ته منش کي به ڀڳتيءَ جو چولو پائي، سچي ڀڳت جو فرض نباهڻ گهرجي. هيءُ مارگ سؤلو ڪونهي ۽ نه ئي مڪتي حاصل ڪرڻ ڪا سؤلي ڳالهه آهي. ڀڳت کي پنهنجي تن من ۽ ڌن جي قرباني ڏيئي، سڀني مصيبتن ۽ مشڪلاتن

کي برداشت ڪندي پريم ۽ وشواس سان اڳتي وڌڻ گهرجي، هڪ دفعو هن مارگ ۾ پير رکي ورِي هٽڻ نه گهرجي.

”ٻانارو ٻِڙو ڏهيلو ري.
ٻالو پهر ڪها گرٻاٻو، مڪتي نه هوسي ڪيلو ري.
ٻانارو ٻرڻ ٻرهلاد آٻارٻو، ٻڙ ٻتا سي جهلمو ري.
آڳا ڌرو پڇا مت ٽاڪو[1]، دفتر ناٿه چيڏلو[2] ري.
ميران لي جي ڀڳتي ڪمائي، جهر ٻالو جهلمو ري.“
(ميران سڌا سندو صفحو ٣٤٦)

## صورت ڏسي موهجي ويس

هن نندي پد ۾ ميران پنهنجي ستگروءَ کي درشن ڏيڻ لاءِ پرارٿنا ڪري ٿي. ستگروءَ جي سروپ جو هڪ دفعو درشن ڪرڻ سان ٿي هوءَ موهت ٿي وئي آهي ۽ رات ڏينهن سندس درشن لاءِ تڙپي رهي آهي.

”ملتا جاڃو هو گرو گياني، ٿاري صورت ديکه لڀاڻي.
ميرو نام ٻوجه تم ليجو، مين هون ٻرهه دِواني.
رات ڏِوس ڪل ناهين پرت هيءَ، جيسي مين بن پاني.
درس بن موهه ڪڇ نه سهاوي، تلف تلف مرجاني.
ميران تو چرنن کي چيري، سن ليجي سکداني.“
(ميران سڌا سندو صفحو ٨٤٣)

## وياڪل ميران

هن پد ۾ به ميران پنهنجي وره جي پيڙا کي ظاهر ڪندي چوي ٿي ته هوءَ پريتم سان ملڻ لاءِ لڳاتار تڙپي رهي آهي ۽

---

١. اڳتي پير رکي ڪري پٺيان نه ڏسو يعني ڀڳتيءَ جي مارگ ۾ پير رکڻ بعد سنسار طرف ڌيان نه ڏيڻ گهرجي.
٢. پريتم جي نام ۾ قبول نٿو پنهنجي سکهي.

هڪ پل لاءِ بہ ڪيس آرام ڪونهي. رات ڏينهن هوءَ پنهنجي پريتم جي راهہ نهاري رهي آهي ۽ پنهنجي سُڌ-بُڌ وڃائي ويٺي آهي.

”رام ملڻ کي ڪاڄ سکي، ميري آرتِ اُر جاڳي ري.
للڪت للڪت ڪل نہ پرت هئي، برهہ-باڻ اُر لاڳي ري.
نس دن پنٿ نهارون پيو ڪو، پلڪ نہ پل ڀر لاڳي ري.
پيو پيو مين رٽون رات دن، دوجي سُڌ بُڌ ڀاڳي ري.
برهہ-ڀونڱ[1] ميرو ڊسو هئي ڪليجو، لهر هلاهل جاڳي ري.
ميري آرت ميٽ گُسائين، آءِ ملُو مونهہ ساڳي ري[2].
ميران وياڪل اَلي اُڪلاڻي، پيا کي اُمنگ اَلي لاڳي ري.“
(ميران ٻرهت پداولي صفحو ٢٢٧)

## پريم ڀڳتي

منش جنم پائي جيو کي جڳائي لہ هوءَ پرماتما کي پائي. پنهنجن ڀين پدن وانگر هن گجراتي پد ۾ بہ ميران پرماتما جي ميلاپ کي آتما جو وواهہ چوي ٿي. پد جو ڀاو هن طرح آهي. هي سکي، اُنهيءَ اَمر ۽ آزادي پتيءَ کي ڀاءِ، جنهن کي ڪڏهن جنم مرڻ ۾ نٿو اَچڻو، ٻئي ڪنهن سان پريت نہ ڪر. منش جنم جو لوکي موقعو مليو آهي، اهو ڦيٽي ڏن پرماتما لوکي ڏنو آهي هيمشہ ڊير چو ٿي ڪرين؟ موقعي جو فائدو وٺ. ڪو ويدن جي ڀاڻي پڙهي ٿو، ڪو بہت-مياهتو ڪري ٿو بہ ڪو گلا-اُستتي. هي سکي، سپني بيڪار ڳالهين ۾ پئي ٿون سُکي ۽ دکي چو ٿي رهي آهين؟ ٿون پرام ۽ ڀڳتيءَ رواپي اُهي چوڙيون پاءِ، جيڪي نہ ڪڏهن ٽٽن ۽ نہ ٿي ڏسڻ ۾ اَچن. ٿون اَها سهاڳ جي چني پاءِ، جيڪا نہ ڪڏهن

---

١. ورهہ روپي ناڳ.
٢. جلدي.

ميري ٿئي، نه ڪڏهن ڦاٽي ۽ نه ئي جنهن جو رنگ ڦٽي.
تون اُنهيءَ لوڪ کي پنهنجو ساهرو گهر ڪر، جتي سک ۽ ڏک
جو پاڇو ۽ گرمي ڪانهي ۽ نه ئي ڪام، ڪروڌ، ترشنا وغيره
جي اُگهي آهي ۽ نه ئي سنسار جا ڪشٽ. تون نام روپي
ٻيڙيءَ ۾ ويهي سهج سان ڀوساگر تري وڃ ۽ ڪيسين دنيا ۾
ٻيا ڪنهن چنتا جي نرڪ ۾ رهه. ميران چوي ٿي ته هي
ٻرپيو، مان تنهنجي مٿان ٻلهار وڃان ٿي، مون کي صرف
تنهنجي ئي آس آهي، تون ڪرپا ڪر ۽ منهنجو منش جنم
سڦالو ڪر.

”اٽڪيو ور ورئي ري، هو ٻيهي ماري.
ٻيجي ٿي نه ڀريت ڪرئي ري.
منش جنم نه آٽون، ملهون سهر موگهون نه آٽون.
وار هوي شالي ڪرئي ري هو، اٽڪيو ور.
ڪوئي ويد واٽي ٻولي، ڪوئي ڦاوي لهم چولي.
هوش شوڪ شالي ڪرئي ري هو، اٽڪيو ور.
ڀاڱي نهين ڦوٽي نهين، ٻڙجي ڏيکاڻ نهين.
ٻگڙيو لو اوي ڏرئي ري هو، اٽڪيو ور.
ڦاٽي نهين ٽوٽي نهين، رنگ جيمو جاءِ نهين.
چُندڙيو لو اوي ڏرئي ري هو، اٽڪيو ور.
سک ڏک ٿاڙهه لڙ ڪو، نٿي جهان آگهو ڀڙ ڪو.
ساسرِيان لو اوا ڪرئي ري هو، اٽڪيو ور.
هري نام ني هوڙي ڪرئي، سهجي ڀوساگر ترئي.
ڀر ڏرئي موجان ڪرئي ري هو، اٽڪيو ور.
ميران کي هوُن ٻلهاري، آشا مهي ٻڪ ٿاري.
جنم سڦل ڪرئي ري هو، اٽڪيو ور ورئي هو.“

(ميران سڌا سندو صفحو ٣٩٥)

## سنتن سان پريت

ميران اوڌا کي چوي ٿي ته زباني پريم ڌهرائڻ سان ڪجهه به نٿو ٿئي. پريم هڪ اندر جي پاولنا آهي، جنهن سبب پريمي پنهنجو تن، من، ڌن ۽ سڀ ڪجهه پريتم مٿان قربان ٿو ڪري ڇڏي. هرڻ ۽ پتنگ جو مثال ڏيندي ميران چوي ٿي ته هن جي اهڙي ٿي پريت پنهنجي گروءَ سان آهي ۽ هن جو چت سندس چرڻن ۾ لڳو رهي ٿو.

”اري ٻـري اوڌان لاڳي ڪا نام نه ليا.
جل سي پريت ڪري مڇلي ني، بڇڙت پراڻ تجي.
مرگان ڪي پريت لڳي نادان سي، سنمک سيل سهي.
ديپڪ سي پريت لڳي پتنگ ڪي، وار ڦير جيه دي.
ميران ڪي پريت لڳي هري سنتون سي، گروُ چرڻان چت دي.“
(ميران پرهتپداولي صفحو ١٠)

## ميران جي اٽل ڀڳتي

هيءُ پد ميران ۽ اوڌا ٻاليءَ جي وچ ۾ گفتگو جي روپ ۾ آهي. اوڌا ميران کي سنتن جي سنگت ڇڏڻ لاءِ چوي ٿي. ميران چوي ٿي ته سنت ۽ پرماتما ٻئي هڪ آهن، جهڙي طرح گل ۽ انهيءَ جي سڳنڌ. هيءُ مارگ مون کي پنهنجي ستگروءَ ڏنو آهي، مون سر ڏيئي اهو حاصل ڪيو آهي. هميشه چاهي ڪير به ڏوهه لڳائي يا گلا ڪري، مان انهيءَ کي ڪونه ڇڏيندس.

”مهي لو ڪرسيانجي پريت لڳاءِ سنگت ساڌن ري.
هرجن هري لو ايڪ هيري ڦل واس دو نانه.
عرس پرس السي ملي جيسي گهرت دوڌ کي مانه.
پاپي ميران سنو ڪان دي سمجهو من ڪي مانه.
ساڌان رو سنگ ڇوڙ ديجو مٿي مانڪي[1] لاڄن لڳاءِ.

---

١. اسان ٿي.

سو مارگ مهاني نپٽ ملهو ڇي سنگرو ڏيو ٻتايه.
مالڪا سانئي[1] ڏارڻ ڪيڏو ڪؤنڪر ڇوٽيو جايه.
جنم ٻڙو گهر پاويو، ڳؤن آئي ٻڙا گهر مانهه.
مؤلهه[2] ملڪري[3] ڪالين جاٽي ڳون راجوپت ٺڪرايه.
ڀڳتي ٻنا ٺڪرائي جهوٺي ماني نهين سمايه.
راجپاٽ سب ڏو ٻنا رسي جلسي جنگل مانهه.
لوڪ ڏنيا ڳاري ننڊا ڪري ڇي سارا سهر[4] ڪي مانهه.
ڪُٽم قبيلا ڳاري هالسي ٺاني هل مل نندا ڳايه.
نندا مهاري ڀلي هي ڪر جو ليسي ڀلو ٻچايه[5].
ٻنا صابن اؤر پاٽي ڪي سڀهي ميل ڌل جايه.
ڏن ڏن هٿ ميران ڀڳياڳڻ هري سون هيت لڳايه.
ٻار ٻار مهي ڪرون ٻنتي ڏشت ريا ٻڇتايه.”
(ميران سڌا سنڌو صفحو ٢٩٤)

## ٺام رس

هن پد ۾ ميران جگياسن کي ألساهه ڏياري ٿي ته هؤ ڪُسنگ ڇڏي ستسنگ ۾ وڃن، سنتن جي سنگت مان نام جو رس وٺن. ڪام، ڪروڌ، مد، لوڀ ۽ موهه کي ٻيائي پريوءَ جي رنگ ۾ رنگجي وڃن.

”رام نام رس پيجي منئا، رام نام رس پيجي.
ٽج ڪسنگ ستسنگ ٻئٺ نِت هري چرچا سُڻ ليجي.
ڪام ڪروڌ مد لوڀ موهه ڪؤن، ٻهايه چت سي ڏيجي.
ميران ڪي پربو گرڌر ناگر، ٽاهه ڪي رنگ ۾ ڀيجي.”
(ميران پرهتپداولي صفحو ٢٦٦)

---

١. ٻڌران. ٢. مورک.
٣. ملڪ جي. ٤. شهر.
٥. خوشيءَ سان قبول ڪندس.

## شبد سرور ۾ سمائجي ويس

هن سڄڻ وانگر ميران ڀي ڀڳتيءَ جي مارڳ کي ٽلوار جي ڌار سڏيو آهي. هن مارڳ تي هلڻ وارن لي ماٿو ڪٽڻدا آهن ۽ ڪين ڪل جو ڪلڪ ڪونيندا آهن. ڀر ميران چوي ٿي ته مان ته پنهنجي پريتم جي نام ۾ لين ٿي وئي آهيان ۽ ڀڳتيءَ دوارا شبد جي سرور ۾ سمائجي وئي آهيان.

”مهري من رام ناما ڀسي.
ليري ڪارڻ سيام سندر، سڪل لوگان هسي.
ڪوئي ڪهي ميران ڀئي ٻوري، ڪوئي ڪهه ڪُل نسي.
ڪوئي ڪهي ميران ديپ آگر ري، نام پيا سوُن رسي.
کانڌي ڌار ڀڳتي ڪي نياري، ڪاٽ هئه جم ڪي ڦنسي.
ميران ڪي پرڀو گرڌر ناگر، شبد سرور ڌسي.“
(ميران پرهتهداولي صفحو ٢١٦)

## نام من ۾ وسي ويو

هن پد ۾ ميران چوي ٿي ته پرڀوءَ جو نام منهنجي من ۾ وسي ويو آهي ۽ مان نام جي اڀياس سان پنهنجي پريتم کي رجهائيندس. هي سکي، مان ورهه روپي پڃري جي رڪاوٽ کي ۽ خراب ٻڌيءَ کي ختم ڪري، من کي ماري ستگروءَ سان ميلاپ ڪندس.

”رام نام ميري من بسيو رسيو، رام رجهائون اي ماءِ.
مٺن مند ڀاڳڻ ڪرم اڀاڳڻ، ڪيرت ڪيسي گائون اي ماءِ.
برهه پڃر ڪي ٻاڙ سکي ري، اٿ ڪر جي هُلسائون اي ماءِ.
من ڪون مار سجون[1] ستگرو سون، دُرمت دور گمائون اي ماءِ.
ڏنڪو نام، سرت ڪي ڏوري، ڪڙياں پريم، چڙهائون اي ماءِ.
پريم ڪو ڍول بڻيو اڀاري، مگن هوئي گڻ گائون اي ماءِ.

---

١. ملان.

ٽن ڪرون ٽال، من ڪرون ڀقلي، سوئي سُرت جڳائون اي مائہ.
نِرت ڪرون مَٽن پريتم آگي، تو پريتم پد پائون اي مائہ.
سو اَبلا پر ڪرپا ڪرجيو، گُڻ گوبند ڪا گائون اي مائہ.
ميران ڪي پڀو گرڌر ناگر، رج چرڻن ڪي پائون اي مائہ."
(ميران سڌا سنڌو صفحو ٧٦٩)

## ويري ننڊ

آڀياسيءَ جي مارگ ۾ ننڊ هڪ وڏي رڪاوٽ آهي. ننڊ ڀڄن جي وقت سست ڦٽائي ٿي ۽ منش جي قيمتي وقت کي برباد ڪري ٿي. پرمارٿ جي درشٽيءَ کان ڀي انسان جڳن کان پرماتما جي طرف سمهيو پيو آهي ۽ دنيا جي موهہ مايا طرف سجاڳ آهي. ميران هن پد ۾ ننڊ جي رڪاوٽ کي دور ڪرڻ جي ويچار کي ظاهر ڪندي چوي ٿي تہ هي ننڊ، تون منهنجي دشمن آهين، مان توکي دڪان تي وڪڻندس! سمهندي سمهندي منهنجا ڪيترا ئي جڳ گذري ويا آهن. تون اُن گهر ۾ وڃ جتي پريوءَ جو ڪو ڀڳت نہ هجي. مون کي منهنجي پريتم کي ملڻ ۾ وهارہو آهي، تنهنجي لاءِ هتي ڪابہ جڳهہ ڪانهي.

"ننڊڙلي آئي بيچ دوُن، جي ٿارو گاهڪ هوئہ.
ننڊڙلي بيرڻا بيچ دون.
پيسا سير ٽڪئہ پنسيري، رپيا ري مڻ دوئہ.
هيلا[1] دي دي گاهڪ ٽيڊون[2]، گهالون اُداري[3] توئہ.
بيچ بزار بڪاڻ ماڊون، اونچي ڪولون هاٽ.
دي دي جهولا بڏلي ٿولون، ڀڪلا راکون پاٽ.
سووت سووت سب دن بيتيا، ڊِيو جمارو کوئہ.
نترا[4] ٽرڻ تان گهر جاوو، رام ڀڳت تان هوئہ.

---

١. هوڪو. ٢. گراهڪن کي سڏ ڪرڻ.
٣. اُڌار ۾ ڏيڻ. ٤. هميشہ.

آيو ساجن مُنڊ ڪيو ري، مَن ٺٺوڪ رهي سوءِ.
ميران کي پريو گرڌر ناگر، واڪي نڱڻ سموءِ."
(ميران ٻائيءَ جو جيون ور ڪالت ۽ ڪاوڻ صفحو ١٠٣)

## ڪنگڻ

پرڀوءَ جي پريم ۾ لين آتما سنساري واسنائن ۽ ڌنڌن کان پري رهي ٿي. هن جو تن، من، ڌن ۽ پراڻ سڀ صرف پريتم لاءِ آهن. انهيءَ ڀاوَ کي ميران هڪ ڪنيا جي شاديءَ جو مثال ڏيئي بيان ڪري ٿي. آتما روپي ڪنوار چوي ٿي ته مان ٻئي ڪنهن جو ڪنگڻ[1] ڪونه ٻڌنديس، منهنجي ته منهنجي پياري پرڀوءَ سان شادي ٿي وئي آهي ۽ انهيءَ جو ڪنگڻ ٻڌنديي آهيان. منهنجي ستگروءَ مون کي گيان جو گُڙ کارايو آهي ۽ پريم جي ور مالها پارائي آهي. هوا وانگر چنچل من کي روڪي، گروءَ انهيءَ سان شاديءَ جو منڊپ ٺاهيو آهي ۽ تن کي پوڙ ۽ سوکيم بڻائي مکيه دوار ٺاهيو آهي. ستگروءَ منهنجي هٿن ۾ سچ جو ڪنگڻ پاتو آهي، جنهن کي ڪير به لاهي نٿو سگهي. ڌرم مارگ تي هلڻ وارا ڄڃ جا ماڻهو (ساڌ-سنگت) انهيءَ رشتي تي تمام خوش آهن. مون اهڙو پتي پاتو آهي جيڪو اجر ۽ امر آهي. ميران چوي ٿي ته منهنجو ڪنگڻ پرڀوءَ جي سوکڙي آهي ۽ پرارٿنا ڪري ٿي ته هي پرڀو، مون کي سنتن جي چرڻن ۾ رک.

"لهين ٻانڌوُ مينڊل، ٻيجا نا مينڊل لهين ٻانڌوُ،
هوُن تو پرڀو مارا پيوُجي ني ساٿ.
گيان نا گول گُهُونٽي مکه مانهه ديڌو، پريم ني گهالي ورمال.
من پون نو گهُونٽي مانڊوو بنداويو، تڙا نا بانڌيا چوري ٿورڻ.

١. گجراتيءَ ۾ انهيءَ کي "مينڊل" چوندا آهن، اهو ڌاڳي ۾ پوئي ٺاهيو ويندو آهي ۽ شاديءَ وقت ڪنوار جي هٿ ۾ ٻڌو ويندو هو، ڪنڪڻ يا ڪنگڻ.

سُتم، تان ڪنڪڻ مارا گروجيتي ٻانڌيا، ائين ڪوڙ ڇوڙاوڻار.
ڏرم لا ڏوري مارا ٻرسن جانٽيا، هؤن لـو اَمر ٻامي ٻرگار.
ٻالي ميران لي مينديل ٿي شري رام نان،
ڏيئو ٿمي ساڌو ڇوڙي واس."
(ميران سڌا سنڌو صفحو ۴۰۵)

## هن ڪايا ۾

هن گهرالي پد ۾ مدش شهر ۾ سدائين گونجار ڪرڻ وارو شبد ۽ اَندر جي روحاني منڊلن جي نظارن جو اشارو ڏيندي ميران چوي ٿي ته هي مدش، تنهنجي شهر ۾ هميشه گهنڊ جي ڌُن گونجي رهي آهي. تنهنجي هن ڏهن دوارن واري شهر ۾ (ڏهون دوار يعني ٽنهين تل ۾) شبد جي ڌن وڄي رهي آهي. هن شهر اَندر ڪيترا ئي روحاني منڊل، باغ باغيچا وغيره آهن جن جو رس (آنند) آتما روپي پنڇي وٺي رهيو آهي. هن ڪايا ۾ هميشه جوت ٻري رهي آهي جنهن جي روشنيءَ جي لاٽ مان ڌُن گونجي رهي آهي. ميران چوي ٿي ته صرف سنت ڪئي ٿي اُنهيءَ اَمرپور جو گيان آهي، جيڪو پريوءَ جو ڌام آهي.

"واڳي ڇي ري واڳي ڇي، ٿاري ڪايا مان ڪهڙپال واڳي ڇي.
آري ڪايا نا دش دروازا، ٻيجي نوبت ڳاجي ڇي.
آري ڪايا مان باغ بغيچا، ٻرو سڳندي مالڪي ڇي.
آري ڪايا مان جوت جلي ڇي، ٻيجا ٻمبڪار واڳي ڇي.
ٻالي ميران ڪهي ٻريو گرڌر نا گڻ، سنتو اَمراپور مهالي ڇي."
(ميران سڌا سنڌو صفحو ۷۵۰)

## جلدي اُچ

ورهه ۽ پريم جي هن شبد ۾ ميران چوي ٿي ته هي پريتم، تنهنجي ياد ۾ ۽ تنهنجي ميلاپ لاءِ مان لڳاتار تڙپي رهي آهيان، ڪرپا ڪري مونکي درشن ڏي. مان تنهنجي شرن

۽ آئي آهيان، مون کي پنهنجو ڪر. هن دفعي جيڪڏهن
تون مون کي ملي وڃين ته توکي هڪ پل لاءِ به پاڻ کان جدا
ٿيڻ نه ڏينديس. جيئن ڪو انسان قيمتي رتن پائڻ بعد اُنهيءَ
کي هٿ ۾ بند ڪري رکندو آهي اهڙي طرح مان توکي پاڻ
کان پري ٿيڻ ڪونه ڏينديس. پنهنجي هردي روپي مندر ۾
توکي مهمان وانگر رکنديس.

"اولهڙون[1] ٽاري آوي هو ملوا ڪي ساجنيا.
پُڇُر نه دونگي پاڻ پلڪ ۾، راکون هٿ منيا.
آپ مهاراج ڪو برد لجهلو، سڻ جو ساجنيا.
ياد ڪرون جب ونگ پڌارو، راکون پاولنيا.
ڪرپا ڪيجو درشن ديجو، شرڻي ڪاجنيا.
پريان سمند ۾ بهي جات هون، ڪوئي نه راکنيا.
ميران کي پرڀو هٿ ڪر ليجو، گرڌر سي ٽنيا."

(ميران سڌا سندو صفحو ۳۲۸)

## ويراڳڻ

ميران ويندارين سنياسين ۽ وائراڳين جي مارگ جو کنڊن
ڪندي چوي ٿي ته سچو وئراڳ اندر جو آهي، وئراڳ
کو باهريون ويس نه ڏيکاءُ ڪونهي. هوءَ چوي ٿي ته مان
پريوءَ جي وئراڳڻ بڻجنديس ۽ اهو ويس پائينديس جهڙي ڪرڻي
ڪنديس جيڪا منهنجي صاحب کي پسند هوندي. باهرئين
ٿياڳ بدران مان اندر سهل، سنتوک گڻن کي ڌارڻ ڪنديس ۽
سک دک، خوشي غم وغيره کي هڪ جهڙو سمجهنديس. گيڙو
ڪپڙن بدران مان پنهنجا تن-من روپي ڪپڙا گروءَ جي گيان
سان رنگينديس. ڪنن ۾ جوڳين جي والين پائڻ بدران من کي
قابو ڪرڻ واري والي پائينديس. اهڙي وئراڳڻ بڻجي مان
سنتن سان گڏ رهنديس.

---

۱. ٽڪي ياد جيڪا هميشه ايندي رهندي آهي.

”ٻالا مين ٻيراڳڻ هونگي.
جن ڀيشان ميارو صاحب رجهي، سوهي ڀيش ڌرونگي.
سيل سنتوش ڌرون گهٽ ڀيتر، سمتا ڀڪڙ رهونگي.
جاڪو نام نرنجن ڪهيي، تاڪو ڌيان ڌرونگي.
گرو ڪي گيان رنگون تن ڪپڙا، من مدرا پيرونگي.
پريم پريت سون هري گڻ گائون، چرڻن لپٽ رهونگي.
يا تن ڪي مين ڪرون ڪنگري، رسنا نام ڪهونگي.
ميران ڪي پرڀو گرڌر ناگر، ساڌان سنگ رهونگي.“
(ميران سڌا سندو صفحو ٣٨١)

## جڏهن وڻيئي تڏهن تار

ميران چوي ٿي ته سنسار ساگر کي هوءَ پنهنجو پاڻهي پار نٿي ڪري سگهي. هوءَ جوڳ، يڳيه، جپ تپ وغيره نٿي ڪري، هن ته نام روپي سار پدارٿ جو سهارو ورتو آهي. هوءَ پرڀوءَ کي پرارٿنا ڪري ٿي ته هن کي هن سنسار ساگر کان پار ڪر، پر انهيءَ سان گڏ شرڌا جي ڀاونا سان چوي ٿي ته پرڀوءُ مونکي تڏهن تار جڏهن ۽ جئين تنهنجي موج هجي.

”من ماني جب تار پرڀو جي.
ندييا گهري ناو پراڻي، ڪس ٻڌ اُترون پار.
ويد پران ٻکاني مهما، لکي نه گڻ ڪو پار.
جوڳ، ياڳ، جپ تپ نهين جانون، نام نرنتر سار.
ٻاهي لکت هون ڪڀڪي ناڙي، ترڀون ٻالن هار.
ميران ڪي پرڀو گرڌر ناگر، چرڻ ڪمل بلهار.“
(ميران سڌا سندو صفحو ٣٢٨)

## اَڄ پريُو منهنجي گهر ۾

هن پد ۾ ميران پريتم جي ميلاپ جي آنند جو ورنن ٻرساتي مند ۾ قدرت جي نظاري ذريعي ڪري ٿي. هوءَ چوي ٿي ته هينئر چاهي مينهن ڪيترو به وسندو رهي مون کي

چنڊا ڪانهي چاڪاڻ اَڄ منهنجو پريتم مون وٽ آهي. آڪاش ۾ ڪڪر لهي آيا آهن؛ گرميءَ جي موسم سبب سڪل درياهه پُر ٿي ويا آهن. اهڙيءَ طرح گهڻن ڏينهن جي ورهه جي گرميءَ کان پوءِ منهنجي پريتم جو ميلاپ مون سان ٿيو آهي.

"ميها برسوو ڪري ري، آج تو رميو ميري گهر ري.
ننهين ننهين بوند ميگهه گهن برسي، سوکي سرور ڀري ري.
بهت دنان پي پريتم پايو، بڇڙن ڪو موهه ڊر ري.
ميران ڪهي اَت نيهه جڙايو، مَئن ليو پُرٻلو ور ري."
(ميران سڌا سنڌو صفحو ٤٤١)

## سون ۽ سهاڳو

هن پد ۾ ميران چوي ٿي ته هوءَ پنهنجي سنت ستگروءَ سان اهڙيءَ طرح هڪ ٿي وئي آهي جهڙيءَ طرح سون ۽ سهاڳو ٿيندو آهي. ڀلي ماڻهو هن جي ڪيتري ئي گلا ڪن، هوءَ پنهنجي مارگ تان ڪونه هٽندي. هوءَ جڳن کان اڳيان روئي اوندهه ۾ سمهيل هئي، ستگروءَ اچي هن کي چتايو (جاڳايو). هاڻي هن جو جنم-مرڻ يعني آواگون جو ڀئو دور ٿي ويو آهي.

"ڪوئي ڪڇو ڪهي من لاڳا ري.
ميران تو سنتو ۾ مل گئي، جيون سوني ۾ سهاڳا ري.
ميران جي تو اَئسي مل گئي، جيون گدڙي ۾ ڌاڳا ري.
لوگ ڪهي ميران بگڙ چڪي هئه، وانڪا[1] پرم والي[2] ڪاڳا ري.
هنس ڪي چال هنس هي جاني، ڪيا جانيگا ڪاڳا ري.
ميران تو سولي شيام پون ۾، ستگرو آئي جڳاڳا ري.
مانش جنم ني هري نهين گايو، ڪال اَسڪو کاڳا ري.
سب سنگت اور رام ڀجن ڪر، جنم-مرڻ ڀئو ڀاڳا ري.
ميران ڪي پرڀو گرڌر ناگر، ڀاڳ همارا جاڳا ري."
(ميران سڌا سنڌو صفحو ٨٤٨)

---

١. اُنهن جو. ٢. اُنهن کي.

# ڏوسان ئي لڳو نينهن

هن پد ۾ ميران پرڀوءَ کي پرارٿنا ڪري ٿي ته هن سان پريم جو ناتو نه ٽوڙ بلڪ هميشه وڌائيندو رهج. اُنهيءَ بعد هوءَ پريم، وره ۽ دنيوي پريم ۽ پريو-پريم ۾ تفاوت ٻڌائيندي سنگروءَ جي ميلاپ جي آنند سان پد کي پورو ڪري ٿي.

”رميئا ميري اب تو هي سون لاڳو نيهه.
لاڳي پريت جن توڙي ري والا، اڌڪ ڪيجئه نيهه.
جئه هون اَنسي جاڻتي ري والا، پريت ڪمان دک هوئي.
نگر ڍنڍورا ڦيرتي ري، پريت ڪرو مت ڪوئي.
ڪير نه کاجئه آڪري[1] ري، مرک نه ڪيجئه مت[2].
ڪڻ تاتا[3] ڪڻ سيلوا[4] ري، ڪڻ ٺري ڪڻ مت.
پريت ڪري تي ٻاورا ري، ڪر توڙي تي ڪرور[5].
پريت نباهڻ دل کي ڪٺڻ، تي ڪوءِ برلا سور.
تم گهگري ڪو چونترو[6] ري، هم پالو کي ڀيت.
اب تو ميان[7] ڪيسي ٻڻي ري، پورب جنم کي پريت.
جيون ڊونگر ڪا وهالا[8] ري، يون اوڇا تڻا سنيهه[9].
ٻهتا ٻهي جي اُتاولا ري، وي تو جهٽڪ ٻتاوي ڇيهه[10].
آيو ساون ڀادو ري والا، بولن لاڳا مور.
ميران ڪوُن هريجن مليا ري، ليکما يون جهڪور.“
(ميران سدا سنڌو صفحو ۴۴۴)

---

١. ڏاڍو گرم. ٢. مٺو.
٣. ڪن ۾ گرم. ٤. ڪن ۾ سيتل.
٥. دشت ڏردتي. ٦. پڪو چبوترو.
٧. تو ۾ ۽ مون ۾.
٨. پهاڙي نالو.
٩. سساري پريم.
١٠. اوچتو سڪي ويندو آهي.

## جڏهن خاڪ برابر ٿيس

هن پد ۾ ميران پنهنجي پريتم پريوءَ جي ميلاپ جو ورڻن ڪندي چوي ٿي تہ جيسين هن ۾ مان ۽ ايمان جي ڀاونا هئي، پريتم هن سان ڳالهايو بہ ڪو نہ. پر جڏهن پنهنجي اهنڪار کي مٽيءَ ۾ ملائي لتاڙي ڇڏي، تڏهن پريوءَ سندس اندر جو پڙدو کوليو، جدائيءَ کي ختم ڪيو ۽ ميلاپ جي روحاني آنند جي بخشش ڪئي.

"رام رنگ لاڳو، ميري دل ڪو ڌوکو ڀاڳو.
جب ٿي ٻُڌي مان گماني، تبهي مکہ نہ ٻولو.
اَب ٿئي ٻُڌي خاڪ برابر، صاحب اَنتر کولو.
تبهي ٻولو، اَنتر کولو، سمجهايان سک ديو.
مئن اَپني پريتم سنگ راچي، پريتم پيالو پيو.
لوڪ لاج ڪل ڪي مرجادا، ٽوڙ ديو سڀ ڌاڳو.
هري جنان ني هري ملي، جيون سونو مليو سهاڳو.
سانچي سي ميرا صاحب راچي، جهوٺي سي من ڀاڳو.
ميران ڪي پريو گرڌر ناگر، ڀاڳ همارو جاڳو."
(ميران سڌا سندو صفحو ٣٨٠)

## پريتم جو سماچار

پنهنجي وِرهہ جي ويدن کي ظاهر ڪندي ميران چوي ٿي تہ مان پنهنجي پريتم جو سماچار ڪنهن کان پڇان؟ پريتم جو نواس سنسار روپي ساگر کان هن پار آهي، رستي ۾ اَنيڪ مشڪل گهاٽيون، پهاڙ وغيرہ آهن. مون کي هن جو پتو ڪيئن ملي؟ جهڙيءَ طرح موتين جي هار ٽٽي پوڻ تي موتي هڪ هڪ ٿي، هيڏانهن هوڏانهن ٽڪرجي ويندا آهن، اهڙيءَ طرح منهنجن نيڻن جا لڙڪ وهي رهيا آهن ۽ منهنجا ڪپڙا آلا ٿي رهيا آهن. جيڪڏهن مان سمهان ٿي تہ ننڊ نٿي اچي ۽ جاڳان ٿي تہ وِرهہ جي پيڙا ستائي ٿي. ميران چوي ٿي تہ

هي پريو، مان تنهنجن گڻن جي باري ۾ هميشه چنتن ڪندي رهندي آهيان ۽ منهنجو ڌيان تنهنجن چرڻن ۾ لڳل آهي.

”ڪيئي ڀڳوان ڪيئي ري ڀڳوان،
شالگرامالا سماچار ٻائي ڪيئي پوڄان.
آڙا ري ڍونگر پهاڙ گهٽا ري والا، واليڙا[1] وسيا دريا پار.
ليئي جهرڻي ڪيوا پنجي ري وهالا، هرڪي ني نونئي ماليو هار.
سوان لو مهاني لندرا نه آوي وهالا، اي جاڳنڙانا جنجال.
ٻائي ميران کهي پريو گردر لال گهڻ، هري چرڻان ۾ مهارو ڌيان.“
(ميران سڌا سنڌو صفحو ٢٠٧)

## نيڻن سان رس پيئڻ

پريم جي منزل ياونائن سان ڀرپور هجي ٿي ۽ ميران پريتم جي درشن جي آنند جو ذڪر ڪري ٿي. هوءَ پنهنجين سکين کي چوي ٿي ته اهڙي سهڻي پياري پريوءَ کي هميشه پنهنجين اکين کان پري نه وڃڻ ڏيون. هن مٿان تن، من، ڌن بلڪ سڀ ڪجهه قربان ڪري، سندس سروپ کي پنهنجي هردي ۾ وهاريون. اچو سکيون، اسين سندس سهڻي سروپ کي ڏسنديون رهون ۽ پنهنجن نيڻن سان سندس سونهن جو آنند وٺون. جيئن نه اسان جو پريو اسان سان رنجهي ۽ راضي ٿئي، اسين اهوئي ڪريون.

”آئسي پريو جاڻ نه ديجئه هو.
تن من ڌن ڪر وارڻئه، هردئه ڌر ليجئه هو.
آو سکي مک ديکيئي، نئنان رس پيجئه هو.
جهه جهه وڌي رنجهئه هري، سوئي وڌي ڪيجئه هو.
سندر شيام سهاون، مک ديکيان جيجئه هو.
ميران کي پريو رامجي، بڙ ڀاڳڻ رنجهئه هو.“
(ميران سڌا سنڌو صفحو ٤٦٩)

---

١. پريتم.

## وڻ جي سکيا

ڀڳت کي ڄڳائي نه هوَ دياوان، اُدار دل ۽ سهنشيل ٿجي. سنسار جي دک-سک، خوشي-غم وغيره کي برابر سان برداشت ڪري. ميران هڪ وڻ جو مثال ڏيئي ڀڳت کي اهڙي نشچي ۽ سهنشيلتا لاءِ اُتساهه ڏني ٿي.

"مٺا تون تو وِرکش کي لت لئه ري،
ٿارو ڪاٽي ڪري ڀر ڀر ري.
ڪاٽڻ والا سون ڀي نهين هٽي، نهين سينچڻ کو سمجهه ري.
جي ڪوئي ٻاوي[1] ڪنڪر پٿر، اُنڪو ڀي ڦل ديئه ري.
ٻون چلاوي اندر[2] جهڪولي، دک سک آڀي سهه ري.
سيت گهام[3] تو شر ڀر سهه هٽي، ڀجڻ ڪو سک ديئه ري.
آسن اَچل مسا نهين ٻولي، تُون ڏيان ڌڪي ڪو ڏيئه ري.
جي تون چاوي موڪش جو ڪو، تو نام ترلجن لئه ري.
جنسي چاتر گهن ڪو رنت هٽي، ونسي چرڻ چت ڏيئه ري.
ميران ڪهي ڀرڀو گرڌر ناگر، ڀڳتي ڪو رس لئه ري."
(ميران سڌا سندو صفحو ٧٦٨)

## وئرت ڌنڌا

ميران جو هيءُ ڪجرالي پد انسان کي چتائي ٿو ته پنهنجو اَنمول جنم سنساري ڌنڌن ۾ نه وڃائي. مٿس پنهنجي سموري زندگي سنسار جي موهه-مايا ۾ گذاري، آخر ۾ پوڄا پاٺ، دان پُن وغيره ڪري مڪتي حاصل ڪرڻ چاهيندو آهي. ميران چوي ٿي ته اهو سڀ صرف پاڻ کي دوکو ڏيڻو آهي. پرماتما کي پائڻ جي ڪوشش پنهنجي زندگيءَ ۾ ٿي ڪرڻ گهرجي. گهر ۾ باهه لڳڻ وقت، کوهه کوٽڻ يا گهر ۾ چوري ٿيڻ بعد بتي ٻارڻ اَجايو آهي. جڏهن نديءَ ۾ پاڻي گهٽ

---

١. ماري يا اُڇلائي. ٢. برسات. ٣. گرمي.

هجي ٿڌهن پل ٿهي سگهي ٿي، پوءِ اچڻ بعد نہ. ماڻهو مرڻ
وقت ٿلسي گهرائيندا آهن، ٿلڪ لڳائيندا آهن، ڏيئو ٻاريندا
آهن؛ مرڻ واري کي پنهنجي اشٽ ديو جو نام ياد ڏياريندا
آهن. ميران چوي ٿي، هي اَگياني انسان، اهي سڀ بيڪار
ڳالهيون آهن.

”پهيلي پريو شوُن پريت نہ پالدِي، اَنتي سمت مهاوو ري.
گهر لاگيون ني ڪوُپ کودايو، ڪيم اَگني هول واشي ري.
چورو لوٽن هري گيا، پڇي ديپڪتي شوُن ڳاشي ري.
ٻال پڻون رموامان کوهيون، جوبن جُوليبي جوڙي ري.
ورڌ ٿيي چٽيان چوڪران وهالان، مرتان مانگي مڪتي موٽي ري.
سوُکي سرووَر پال نہ باندي، واري گيون جياري وهيي.
شوُن ڪروا پڇي پال باندو چو، ساچي شي سمجهڻ سهيي ري.
ٿلسي منگاوُني ٽيلڪ ٻناوو، صاحب نام سُٽاوو ري.
ميران ڪهي اَگياني لوڪو، قوڪٽ قند ڪرو ري.“
(ميران سڌا سنڌو صفحو ٧٨٠)

## پرڀوءَ هٿ وڪامي

ميران چوي ٿي تہ جنهن ڏينهن پرڀوءَ مونکي درشن ڏنو
اُنهيءَ ڏينهن کان ٿي سندس منوهر سروپ منهنجي اندر ۾
سمائجي ويو آهي؛ هيئنر منهنجن نيڻن کي ڪيس ڳولهيندي
رهڻ جي عادت پئجي وئي آهي. مان پنهنجي پريتم کانسواءِ
ڪيئن زنده رهان، چاڪاڻ تہ اهو ئي منهنجن پرانن جو
سهارو آهي. مان پنهنجي پريتم جو درشن ڪري سندس هٿن
۾ وڪامي چڪي آهيان. هيئنر پل ماڻهو چون تہ ميران ٻگڙجي
وئي آهي، مون کي صرف پريو گهرجي.

”نيڻان موري باڻ پڙي، سانئي موهي درس دکائي.
چت چڙهي ميري ماڌري مورت، اُر بچ آن اَڙي.

ڪٿي پراڻ ڀيا ٻسن راکون، جهور مور جڙي.
ڪب کي تاڙهي ٻيت نهارون، آهٽي يون ڪڙي.
ميران ٻر ٻر کي هاس ٻڪاني، لوڪ کهي ٻڪڙي."
(ميران ٻرهت پداولي صفحو ۱۲۷)

## ميران ديواني

پنهنجي پرڀو جي مستيءَ ۽ روحاني آنند ۾ لين ٿي ميران
چوي ٿي ته سنسار جي نظر ۾ هوءَ ديواني ٿي وئي آهي ؟
انهيءَ جو هن وٽ ڪو به علاج ڪونهي. پنهنجي شرير روپي
مندر ۾ شبد جي ڌنيءَ ۾ لين ٿي هوءَ اندرين منڊلن جو سير
ڪندي رهي آهي ۽ هنکي هميشه پنهنجو شرير پرائو محسوس
ٿئي ٿو. جهڙي طرح مٽيءَ جي گهاگهر ٽٽڻ سان پاڻي وهي
ويندو آهي اهڙي طرح هن جي آتما شرير جي بندڻ کان
مڪت ٿي اندرين منڊلن جو سير ڪندي آهي. اندر هوءَ
ستگروءَ جي چرنن ۾ پهچي چڪي آهي، دراصل هوءَ راڻي
پڻ جي وئي آهي.

"ميران هو گئي ديواني، مٿن ڪٿي ڪرون دي.
اندي مندر ۾ ڊولڪ ٻجاوي.
ڊولڪ کي ناد ۾ رام نام گاوي.
قوت گيا ڪلما ٻکر گيا پاڻي.
اڙ گيا هنسا ٻي ڪايا پراني.
هات ٻجار ۾ ميران کي باني.
ستگرو کي چرڻون ۾ ميران باڻي راڻي."
(ميران سدا سند و صفحو ۸۴۷)



